# ماٹھو میگھ ملہار



عبد الواحد آریسر




# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# ماٺو ميگھ ملھار

عبدالواحد آريسر

روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو
١٩٨٨ع

ٽائيٽل ڊزائين: عبدالرسول عباسي

ڇاپيندڙ: امر- خان پرنٽنگ پريس
گاڏي کاتو حيدرآباد.

ڇاپو: پهريون

سال: ١٩٨٨ع

ڪاپيون: هڪ هزار

قيمت ١٥-٠٠ روپيا

# انتساب

مرحوم دوست،
عالم خان جتوئي
جي نالي.

تنهنجي ياد نہ وسري سگهندي.

مسڪين جهان خان کوسو
غلام محمد لغاري
محمد عثمان ڏيپلائي
حيدر بخش جتوئي
محمد صالح عاجز
علي احمد ڏوگر
حسام الدين راشدي

## سهاڳ

# سون سي ڏٺا ماءُ...

سنڌ ۾ اهڙا ماڻهو آڱرين تي ڳڻڻ جيترا آهن، جن جي هڪ ئي وقت سياسي ۽ ادبي حيثيت، عبدالواحد آريسر جهڙي هجي. عبدالواحد آريسر، منهن ۾ توڙي مَنَ ۾ موسيٰ آهي— هُو آرسي ناهي، شيشو آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان نهارڻ سان ساڳيا منظر ڏسي سگهجن ٿا، زندگيءَ سان ڀرپور منظر.

هُن جو تعلق، سدا سُهڻي مَن موهڻي سنڌ جي اُن ڏُتڙيل حصي سان آهي، جتان جي ماڻهن سخت ڏُڪار ۾ بہ ڏاڏاڻي ڏيهہ جي واڙين واس کي ڇوڙيو ناهي ۽ ڌارين جي لوڌن ۽ لشڪرن اڳيان بہ لوئيءَ جي لڄ رکي آهي— سونهن، سگهہ ۽ سُچ، ٿر جي عظمت جا اهڃاڻ آهن ۽ اهي ٽئي شيون، جيئن جو تيئن آريسر کي ورثي ۾ مليون آهن، ڪائي بہ ڪاري ۽ ڊگهي رات سون سريکي سورج کي اڀرڻ کان روڪي ناهي سگهي. مسڪين، ڏيپلائي، لغاري، آريسر، سهڻين سورج آهن (سڄي سنڌ سورج آهي!)، جن ٿر جي چلڪيءَ واري مان ڪني ڪئي، ڪُوڙ کي شڪست ڏني آهي/ رات کي شڪست ڏني آهي ”ماڻهو ميگهہ ملهار“ هڪ

سچي ماڻهوءَ جي ٻين سچن ماڻهن کي پيتا آهي. اهڙو سلوڪ آهي، جهڙو 'بادشاهه بادشاهن سان ڪندا آهن'.

آريسر، جا لکيل هي، "سوانحي- تاثر" جن امر ماڻهن تي مشتمل آهن، سي اسان جي قوم، ادب، تاريخ ۽ ثقافت جا محسن آهن ۽ پنهنجي پر ۾ سنڌ جي تاريخ جا سونهري اکرن ۾ لکيل باب به- مسڪين جهان خان کوسو، غلام محمد لغاري، محمد عثمان ڏيپلائي، حيدربخش جتوئي، محمد صالح عاجز، علي احمد ڏوگر، پير حسام الدين راشدي، سڀ اهڙا ناتو آهن، جن جو لطيف سائينءَ جي لفظن ۾ "مرڻ مشاهدو آهي ۽ جن کي مٽي به مات ناهي ٿيڻي."

سنڌ ۾ هن کان اڳ ڇپيل خاڪا، سوانحي نوٽ ۽ تاثر، ڀلي ته آريسر جي هنن لکيل تاثرن کان وڌيڪ دلچسپ هجن، پر انهن ۾ شخصيتن جي زندگيءَ جا صرف آهي رنگ روپ ظاهر ڪيل آهن، جيڪي ليکڪ کي ذاتي طور نظر آيا آهن. جڏهن ته 'ماڻهو ميگهه ملهار' جي سڀني شخصيتن جي زندگيءَ جا عڪس چٽاپٽا اسان جي سامهون آهن، صرف آريسر ئي انهن کي پنهنجي ذاتي دوستيءَ جي آئيني ۾ ناهي ڏٺو، پر اسان سڀ/ سڄي قوم آهي پسن پيا- آهي سڀ، اسان سڀني جا گهڻگهرا آهن، ساٿي آهن ۽ محسن آهن- ڪڏهن نه وسرڻ جهڙا، ڪڏهن نه وسارڻ جهڙا- "ڪي ڏور به اوڏا سپرين!"

هنن تاثرن ۾ آريسر، نه صرف مٿين مهان ماڻهن

جي زندگيءَ جي حصن کي آڏي اکيان ڪيو آهي، پر
اُن سان گڏ هُن، سندن زندگيءَ جي پس منظر ۾ سنڌ
جي سماجي حالتن، ماڻهن جي پنهنجي محسنن ڏانهن
بي حسي واري برف جهڙي ٿڌي رويي، (هني
خاص طور تي مسڪين جهان خان کوسي جو حوالو
ڏيندس، جنهن پنهنجي سڄي زندگي، ماڻهن لاءِ، ماڻهن
جي روشن آئيندي لاءِ دان ڪري ڇڏي ۽ پڇاڙڪن
ڏهن ۾ لکن ماڻهن جي ميڙ مان ڪنهن هڪ به، جنهن
جي آسروند اکڙين کي، اڇي آسيس نه ڏني- سندس
عظمتن جي پيرن ۾، پيار جي ٻن ٻولن جا ڦُول ڀيٽا
نه ڪيا!!)، سڄاڳيءَ جي تحريڪن، آنهن جي سروائن ۽
سنڌي ماڻهن جي تاريخي ۽ ادبي چڱن مندن دؤرن مان
گذرڻ جي وارتا به بيان ڪئي آهي- سولي سنڌيءَ
۾ ان کي ’هڪ تير‘ سان ٻه شڪار ڪرڻ‘ چئبو.

آريسر جي تقريرن ۽ تحريرن ۾ جا هڪ شيءِ مون
کي گهڻو وڻندي آهي، سا آهي، سندس ٻولي. مٺي، سوادي
۽ سونهن ڀري ٻولي. سياست جي پٿرن جهڙي سيني مان،
ٽِمي نڪرندڙ، مٿانهينءَ کان ڪرندڙ جهرڻي جهڙي مترنم
ٻولي- سندس لکڻين ۾ شاعرائيون، جهلڪيون اهڙيون
نه ملنديون آهن، جو مون کي لڳندو آهي، ڄڻ آريسر
ٻيڪو جُوڻ متبادل شاعر آهي يا جُوڻ مٿائي ڪنهن نه
ڪنهن شاعر ٿئبو سند. لکڻين ۾ تشبيهون به اهڙيون
نه خوبصورت ۽ نيون نيون استعمال ٿيل … ٿيون آهن

جو اُنهن کي پڙهي، ذهن جي قرهيءَ تي شيخ اياز ۽ آغا سليم جا ناول نري ايندا آهن. ”ماڻهو ميگهه ملهار“ جا سمورا تاثر به اهڙن ئي سُرن پريل ٻوليءَ ۽ سونهن ڀرين تشبيهن سان مُنهن ڏانهن پريل آهن، جيئن ڪي هيٺ اُتاريل:

”انسان جي حياتيءَ جي ڏينهن کي موت جو ڪارو ڪانءُ، اَن جي داڻن وانگر چُڻڪي رهيو آهي.“

•—•

(سائين محمدصالح عاجز تي تاثر)

”لفظ، ٻُڌندڙن جي ذهن ۾ ائين پسار ڪري رهيا هئا، جيئن ٿَڌي جي ڪَا ڪنواري، ڪينجهر ڪناري، پيا جي اوسيڙيءَ ۾ پسار ڪندي هجي.“

•—•

(سائين حسام الدين راشديءَ تي تاثر)

”ڏيپلائيءَ جي ڪتابن مُنهنجي ذهن تي جيڪي چِٽ اُڀاريا هئا، سي اَڄ به ائين ياد آهن، جيئن ڪنهن وينگس کي زندگيءَ جي ٻهرين بهار ۽ جوانيءَ سان ڀرپور چُمي ياد رهجي ويندي آهي.“

•—•

(سائين محمدعثمان ڏيپلائيءَ تي تاثر)

”ماڻهو ميگهه ملهار“ جا تاثر لکي آريسر، اُنهن آمر ماڻهن کي نه رُڳو پنهنجي عقيدت آرپڻ جو ڪم ڪيو آهي، پر هُن پنهنجي دؤر ۾ پاڻ ڪان ٻوءِ ايندڙ دؤر

جي ماڻهن کي، سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ ادبي تاريخ کان واقف ڪرائڻ جو جتن به ڪيو آهي، ڇو جو اهي ماڻهو پنهنجي پنهنجي شخصيت ۾ سنڌ جي تاريخ آهن، سڃاڻپ آهن. اهڙيون ساهميون آهن، جن جو سچائيءَ وارو پڙ هميشه ڳرو رهيو آهي. اهڙا ... آهن، جي سچائيءَ جي منزل ڏانهن ويندڙ، اڻانگي ۽ ڏکين پيچرن تي ٿيم ٿيم جلي، پنهنجي پويان ايندڙن کي پڌلجي پنڌ کان بچڻ پيا/ بچائيندا رهندا. ايڪ ... سان جنهن به ڳالهه تي شخصي اختلاف رکڻ کان هٽي، ... ب، هڪ اهم ادبي حيثيت رکي ٿو ۽ پڙهڻ، پرکڻ ۽ سانڍڻ جهڙو آهي.

آخر ۾ هڪڙو عرض ته هن ڪتاب جو مسودو ڏٺي عبدالواحد آريسر ڊاڪم ڪيو هيو ته ڪن ڏن ڏينهن ۾ پڙهي، مهاڳ لکي ڏيان، ڪنهن به ڪتابي مدد کان سواءِ، هيڏي جبل جيڏي ماڻهوءَ جي ڪتاب تي مهاڳ لکڻ ۽ آهو به ايتري ٿوري وقت ۾، ڏکيو ٿي ته ڏاڍو ڏکيو هيو. ننڍڙي ڪوشش ڪئي اٿم، پر سمجهان ٿو، آريسر ۽ سندس تحريرن سان انصاف نه ڪري سگهيو آهيان. هونئن به ڪنهن پناڻ جي ديپءَ وارڪ آئيني ۾، ڪينجهر ۽ ڪارونجهر جي عڪس کي ... قيد نه ڪتو ڪري سگهجي!!

— اياز گل:

... ڪاڪ ... سنڌ

# مسڪين جهان خان کوسي جون آخري گهڙيون

اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ۾ بار بار پڙهيم پر ڏسڻ جو موقعو نه مليو هوم. تعلقي ننگر جي رهواسين لاءِ سنڌس شخصيت ڪرسمس جي مهربان ڪراڙي واري هئي ۽ منهنجي لاءِ سنڌس شخصيت جي چوڌاري الڪ اسرار جو گهيرو آيل هو. دل ۾ سدائين خواهش هوندي هئي ته ڪڏهن مسڪين سان سنڌس ڏکهي جاکوڙ ۽ اڻ کٽ سفر متعلق ڪچهري ڪريان. اِها ملاقات ٿي، پرا هڙي حالت ۾ جو آءٌ زنجيرن ۾ جڪڙيل ۽ مسڪين جو اڻ کٽ سفر ڪٽڻ تي ۽ سنڌس جاکوڙي ذهن اڻاهم اونداهين ۾ ٻڏڻ وارو هو.

ٽيو هئين جو ڀرين جولاءِ ۱۹۸۰ع جي صبح جو مون کي جيل انتظاميا سڌي پوليس گارڊ جي ڀري هيٺ سول اسپتال ڄامشوري روانو ڪيو ته جيئن آءٌ پنهنجي ٻانهن جي سور جو پروفيسر عالماڻيءَ کان معائنو ڪرايان. پروفيسر عالماڻي منهنجو معائنو ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ماتحت کي چيو ته عبدالواحد کي منهنجي وارڊ جي روم نمبر ۱۷ ۾ ڇڏي اچو. ماتحت، عالماڻي صاحب کي ٻڌايو ته روم نمبر ۱۷ ۾ مسڪين جهان خان کوسو داخل آهي. عبدالواحد لاءِ نمبر ۱۸ روم خالي ڪرايون ٿا. اهو ٻڌي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. هڪ اسپتال ۾

داخل ٿيڻ جي ۽ پيو مسڪين جي پرسان رهڻ جي، جتي آءٌ مسڪين سان ڳل ڳراٽي پائي روح رچنديون رهائيون ڪري سگهندس.

روم نمبر ١٨ ۾ پهچڻ کان هڪدم پوءِ هڪ ڇهه فٽو پنجابي ڊاڪٽر مون کي نيلام جي زمين سمجهي وڪوڙي ويو. هسٽري معلوم ڪرڻ لڳو. هن جي سخت سوالن ۽ کهري لهجي کان ڪڪ ٿي مون چيو. يار تون ڊاڪٽر هجڻ جي باوجود مون کان اهڙيءَ ريت سوال ڪري رهيو آهين، جهڙيءَ ريت ڪو ميجر پڇ پڇان ڪندو آهي. هن هڪدم منهنجي منهن ڏانهن ڏسندي چيو فوجي خراب ته ڪونه هوندا آهن. مون چيو آءٌ ڪڏهن ٿو چوان ته فوجي خراب هوندا آهن، پر اهي کهڙا هوندا آهن، سو لومبا جو روح باچي جي بيوهه پڊائي سگهون ٿا. انهيءَ ڪاروائي کان واندڪائي ملڻ تي مون ڊيوٽي گارڊ انچارج مسٽر صاحبڏني لاکي هيڊ ڪانسٽيبل کي چيو ته آءٌ روم نمبر ١٧ ۾ مسڪين وٽ وڃڻ چاهيان ٿو. هن پوليس جي روايتي اخلاق کان هٽي هڪدم نه رکيو موز، کي مسڪين وٽ وڃڻ جي اجازت ڏني پر چوڻ لڳو آءٌ به هلان ٿو جيئن رڻ جي راهيءَ کي ڏسي سگهان.

اسان روم نمبر ١٧ ۾ داخل ٿياسون. سامهون پلنگ تي جدوجهد ۽ جاکوڙ جو ڏونگر بي سٽ ۽ بي سڌ پلنگ تي ليٽيو پيو هو. هو ڳالهائي به نه ٿي سگهيو. لڳاتار سمهڻ ۽ پوريءَ ريت پر گهور نه هجڻ ڪري،

سنلس وبهڪ واري جاء ۽ پلن تي چڙهيا پنجي ويا هئا. مکين جا پنيٽ سنلس جسم تي ويٺا هئا. هن جي ڪنهن وقت جي سگهاري جسم ۾ هن وقت ايتري سگهه به ڪانه هئي جو هو پنهنجي بت تان مکيون اڏائي سگهي!! هن جي نظر مٿي ڪمري جي ڇت ۾ ڪتل هئي. شايد هو ڪجهه ڳولي رهيو هو يا ويل عمر جي انهن گهڙين جو حساب ڪري رهيو هو. جيڪي ڀرپور ۽ مينا ج ڀريون هيون. آءٌ هن تري جاکوڙي کي ڏسندو رهيس. اڄ اهو ماڻهو منهنجي سامهون بي ست ستو پيو هو. جنهن کي وقت جو وهڪرو، زندگيءَ جي ڪا اڻتي لهر ۽ جبر جو ڪو گهاٽو پنهنجي جاءِ تان جهڪائي، ڪيرائي يا دسي نه سگهيو هو. تنهنڪري اڄ بيماريءَ جي خونخوار ديوي ڍاهي وڌو هو. جنهن انسان سدائين پرماري ڳجهن ڪان پارڪر جي عوام جي ماس کي محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن جي جسم تان اڄ مک هڪلڻ وارو به ڪونه هو ۽ جنهن انسان جي دل هميشه لکها ماڻهن جي جهوريءَ ۾ جهڄندي رهي تي ان لاءِ اڄ ڪنهن جي به دل نه ٿي ڏڙڪي. آءٌ خاموش ويٺو رهيس. انهن ڪجهه گهڙين ۾ سنڌ اندر سماجي شعور جي اٿاٽ جي پوري تاريخ منهنجين اکين اڳيان گذري ويئي ۽ آءٌ مان ميٺ ۾ بنان ڪجهه ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي واپس اچي ڪمري ۾ ليٽي پيس ۽ سٽي سٽي سوچيندو رهيس ته ڇا غلام قومن جا سماجي ورڪر

ٻنان دوا درمل ۽ ڊاڪٽرن جي لاپرواهيءَ جي ائين اجل جي راهه وٺندا آهن. ان وقت مون کي ڪلڪتي جي مدر ٽريسا ياد آئي، جنهن کي نوبل انعام ڏنو ويو هو رڳو سماجي خدمت جي عيوضي ۾، ٻئي پاسي منهنجي ماتر ڀوميءَ جي هن انسان جي زندگي هئي. اها زندگي جيڪا اونداهين راتين، ٻاهه جون ڇپون وسائيندڙ جهولن وارن ڏينهن ۾ هار مڃڻ کان سواءِ طوفاني رفتار سان هلندي رهي ۽ جنهن ڪنهن به جبري قوت سان مهاڏو اٽڪائڻ کان ڪڏهين ڪين ڪيٻايو. زندگيءَ جي انهيءَ تنها مسافر شايد ائين سمجهيو هو ته حياتيءَ جو هي سرڪش گهوڙو سدائين ائين ڊوڙندو رهندو ۽ ڪڏهن به ٿاٻڙجي نه ڪرندو ۽ نه وري ان جون رڳون ساهه ڇڏي ويهنديون. ۽ اهو عين روشنين ۾ اچي هميشه لاءِ اٿاهه اونداهين ۾ گم ٿي ويندو. مون ڏٺو هي مضبوط ۽ اجهل زندگيءَ جو تنها مسافر تمام تيزيءَ سان فنا جي اهڙي آڙاهه ڏانهن وڃي رهيو آهي. جتان شايد وري ڪنهن ٿوهر يا ڪنڊي جي صورت ۾ اڀري ۽ ڪو ٻيو رڻ جو راهي اچي سندس ڇانو ۾ ساهي پٽي.

مون وٽ شاگردن ۽ ملندڙن جو هجوم ڏسي، ڊاڪٽر شاگردن کي چيو. هن وارڊ ۾ هڪ ٻيو انسان به موت ۽ حياتيءَ جي ٻه واٽي تي پوين پساهن ۾ ٻاجهه جي ٻن ٻولن ٻڌڻ لاءِ واجهائي رهيو آهي ۽ اوهان ايڏا بي حس ٿي ويا آهيو جو ان ماڻهوءَ کي ڏسڻ لاءِ ان ڪمري

ڏانهن لڙو به ڪونه ٿاهه هڪڙي شاگرد پڇيو، اهو ڪير آهي؟ ڊاڪٽر افسوس ڪندي پيشانيءَ تي هٿ هنيو، ۽ سمجهايائين ته، اهو هڪ ڊاڪٽر طرفان مسڪين جهانخان جي موت تي آخري اوسارو هو.

شام جو ساڍين ستين وڳين ڊاڪٽر ڊرمپال (هائوس آفيسر) مون وٽ آيو. چئي ڊورو مسڪين جي ڪمري ۾ هلو. ڪمري ۾ جيئڪو لقاءُ اسان ڏٺو، تنهن منهنجا هوش هواس وڃائي ڇڏيا. مون ڏٺو مسڪين جي ڪمري ۾ ڪو ماڻهو موجود ڪونه هو. مسڪين جي بت کي ماڪوڙا ائين ويڙهي ۽ وڪوڙي ويا هئا، جيئن هندن جي چڙيل ملڪيت کي ڪليمينٽ وڪوڙي ويا هئا. وارڊ بواءِ شام واري ماني مسڪين جي پلنگ تي ڇڏي هليو ويو هو. نرس ماني کارائڻ جي تڪليف ڪانه ڪئي هئي. مسڪين جي چرڻ پرڻ سان دال ۽ ماني پلنگ تي هارجي ويئي هئي. جيئن ته صاف ڪرڻ لاءِ ڪوبه ماڻهو موجود نه هو. ماڪوڙن اهو ٻئل ڏسي مسڪين تي برماري قوتن وانگر حملو ڪيو هو. سندس وات، نڪ، اکيون، ڪنڌ، پانهون ماڪوڙن جي زنجير سان جڪڙجي ويا هئا. ڊاڪٽر انهيءَ حالت ڏانهن اشارو ڪري مون ڏانهن جاچيو. چٽ چوندو هجي ”ڇا تون هن روپ ۾ منهنجو پاڻ کي نه ٿو ڏسين“ ۽ ڪجهه به ڪڇڻ پڇڻ کان سواءِ مسڪين کي ماڪوڙن کان بچائڻ ۾ لڳي ويس، پر ماڪوڙا ايترا ته گهڻا ۽ گهاٽا هئا جو مون

سوچيو ته شايد آءٌ ڊاڪٽر جي مدد سان هن ضعيف جسم کي ماڪوڙن کان آجو ڪري نه سگهندس.

ڊاڪٽر ڌرمپال، (ڌرمپال نالي هئڻ جي باوجود ڌرم کان وڌيڪ انسان ڀال هو) سو هڪ شام مون وٽ آيو. هو هميشه گهٽ ڳالهائڻ ۽ چهري جي تاثرات سان پنهنجو مطلب ظاهر ڪندو هو. تنهن مون کي هٿ جي اشاري سان مسڪين جي ڪمري ڏانهن هلڻ لاءِ چيو. جڏهن ڪمري ۾ پهتاسين ته، مون کي چوڻ لڳو ته پروفيسر صاحب مسڪين لاءِ ڪجهه اهڙيون دوائون رکيون آهن جيڪي ڏاڍيون مهانگيون آهن ۽ اسپتال ۾ موجود به ڪين آهن. اسپتال ۾ معمولي دوائون به ڪين هونديون آهن، سو اهڙين مهانگين دوائن جو ته سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. هاڻي اهي دوائون ڪٿان، انهيءَ لاءِ ڪو اپاءُ ڪجي. اسان جي صلاح مصلحت دوران اسان خبر آيل ايل. ايم. سي جي شاگردن کي پيئي، تن ڪامريڊ روچي رام جي پٽ نيل ڪنٺ جي اڳواڻيءَ ۾ مسڪين جي علاج لاءِ مستقل قوڙي ڪرڻ جو انتظام ڪيو.

جيترو عرصو مسڪين ايل. ايم. سي ۾ زنده رهيو، سنڌ جي ڪنهن به سماجي اداري مسڪين جي ڪابه خبر چار نه لڌي، انهن ادارن ۾ سگا به شامل آهي. پر جيئن ته مسڪين گريجوئيٽ نه هو. سگا صرف گريجوئيٽ ۽ انهن جي بيگمن کي اسلام آباد ۽ لنڊن ڪوتل گهمائڻ جو سماجي ڪم ڪندي آهي. ساوڪ به هئي پر جيئن

تہ مسڪين جي هٿ ۾ ڪڙتال يا دلوتہ نہ هو نہ وري هن ڪيوات تيڙي ساري ڳاما ڳائڻ ايندو هو. ان ڪري ساوڪ جي ڏيان ڏيڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿي ٿيو. مسڪين جي هٿ ۾ هميشه غريب ترين جي درخواستن جا ٿها هوندا هئا ۽ سنڌ ۾ اهڙو ڪوبہ ادارو موجود نہ هو جيڪو اهڙي قسم جي سماجي خدمت ڪندڙ ڪارڪن جي سار سنڀال لهي. رهيا ٽري! اهي نہ ادارا ٺاهي ڄاڻن ۽ نہ وري انهن ادارن جي وسيلي پنهنجي معتبريءَ جا دڪان چمڪائي سگهن.

هڪ شام آءٌ ٻرپ هٽايو ستو پيو هوس تہ سگا جو ڪرتا ڌرتا مسٽر خان محمد پنهور آيو. ويٺي ويٺي پڇيائين ڇا حال اٿئي؟ نيڪ آهيان. ”ڪيئن آيا آهيو پڇيم. هتي طارق جي مسٽر ايڊمٽ آهي ان کي ڏسڻ آيو آهيان پر واري ڪمري ۾ مسڪين جهان خان آهي، ڪيس اوهان جي پرگهور جي سخت ضرورت آهي. “ان جو علاج گورنمنٽ جي خرچ تي ٿي رهيو آهي“ انهيءَ جواب تي مون کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. چيم، ها! مسڪين هتي موت ۽ زندگيءَ جي ٻہ واٽي تي ڏکيو پيو آهي ۽ سگا، بيگم سعيدالدين قاضيءَ کي اجرڪ جو تحفو پيش ڪري رهي آهي!!

شام جا ٽي ٿيا هئا، آءٌ هڪ خوبصورت نرس سان ڪل ٻوڪ ڪري رهيو هوس. نرس پڇيو پئي تہ بي ڪلاس ۾ ڇا هوندو آهي. جواب ۾ آءٌ ڪيس بي ڪلاس

جا فائدا ٻڌائي رهيو هوس. جڏهن مون ٻي ڪلاس جي قيدين کي ملڻ سيئي سهوليتون ٻڌايون بس ڪيون ته هڪدم چوڻ لڳي پوءِ ته ڏاڍو مزو لڳو پيو آهي. تنهنجي دل واپس وڃڻ تي ڏاڍي هرکندي هوندي، چيو ته ٻاهر جي ڀيٽ ۾ اها جاءِ جنت آهي. چيم ها رڳو حور جي کوٽ آهي جيڪڏهن تون هلين ته پوري حياتي اتي گذاري سگهجي ٿي. اسان جي ڳالهه ٻولهه اتي مس پهتي هئي ته ڊاڪٽر ٽرمپال آيو ۽ اچڻ شرط چوڻ لڳو.

زندگي، موت کان شڪست کائي ويئي.

ڪارونجهر جبل ڪري پيو. زخمي مور ڦٿڪي ڦٿڪي مري ويو. ننگر ننگو ٿي ويو.

ڊاڪٽر ڏاڍي جذباتي انداز ۾ مسڪين جي لاڏاڻي جي خبر ٻڌائي. مون ڊاڪٽر ڏانهن ڏسندي چيو. ڊاڪٽر! موت! ماڻهن جو موت اوهان لاءِ نئون نه آهي. اوهان جي دل اسپتال کان ٻاهر ڪنهن ڪتي کي مرندو ڏسي شايد ڏکوئجي وڃي پر بيماريءَ جي بستري تي هڪ ماڻهوءَ جو موت اوهان جي لاءِ ڪائي اهميت نه ٿو رکي. ڊاڪٽر ڏڪارو ٿيندي چيو پر هيءَ هڪ دور جو موت ۽ هڪ علائقي جي هچڪي آهي.

اسان ٻنهيءَ گڏجي اخبارن، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد، مختلف سماجي ادارن ۽ ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن کي ٽيليفون تي اطلاع ڏنو. بدقسمتيءَ سان مسڪين جي لاڏاڻي وقت سنڌس اڪيلو پٽ جيڪو اسپتال ۾ مسڪين

جي پرگھور لھندڙ اڪيلو ماڻھو ھو سو بہ پوليس جي نوڪريءَ ڪري ڏيوٽيءَ تي ميرپورخاص ويل ھو. مسڪين جو لاش کڻي ننگر پھچائڻ لاءِ ايل. ايم. سي وٽ ڪابہ گاڏي نہ ھئي. ڇو تہ اھو ايل. ايم. سي جي قانون ۾ اڪيل ھو، تہ اسپتال جي ايمبولنس ڪنھن جي لوٽ شھري حد کان ٻاھر کڻي نہ ويندي. ھي بہ ڳالھہ آھي تہ ڪنھن ناريءَ جو جيڏو لاش کڻي ڪينجھر يا ڪراچي وڃي سگھي ٿي.

مسڪين جو لاش بہ ڏينھن سموري سنڌي قوم، عوامي حلقن، آفيسر شاھي ۽ سماجي ادارن جي بي حسي تي ماتم ڪندو، ڪولڊ اسٽوريج ۾ پيو رھيو. نيٺ سنڌس پٽ ميرپورخاص مان اچي، لاش کڻائي ويو.

حيدرآباد جي گھٽين مان نہ معلوم مسڪين جو لاش ڪيڏي حسرت ۽ بي ڪسيءَ سان گذريو ھوندو. حيدرآباد شھر جي گپا گيھہ ۾ ڪوبہ فرق نہ پيو ھوندو ۽ سنڌ جي ھن تاريخي شھر کي ڪابہ خبر نہ پيئي ھوندي تہ سنڌ اڄ پنھنجي ھڪ گمنام ھيري کان محروم ٿي ويئي ۽ سوامي اگن ديو جو روح ڪارونجھر جي ڪور ۾ وري ڪنھن وچڙيل مور جي روپ ۾ رڙڻ شروع ٿي ويو.

مون کي مستقبل جي خبر ناھي تہ ڪو روپلي جو رھيل وارث مسڪين جي ٻنيءَ تي ھيرن جا تازا ٻن رکڻ بہ ايندو يا نہ!

يا مسڪين جي مٺي وري کهڙي ڪونڌر جي روپ ۾ نروار ٿيندي!

مون اسپتال جي زندگيءَ ڏانهن ڏٺو. ان جي رونق ۽ هل چل ۾ ڪو فرق ڪونه آيو هو. اهي خوشبودار لباس، بيمارن جي ڪنجهڪار ۽ اهي ٿهڪ، پر مسڪين هليو ويو.

زندگي حسن جي ٻانهن ۾ ناچ ڪندي رهي
اسان ستارن مان ٽٽي عدم جي غارن ۾ گم ٿي وياسين

.... ... ...

زمانو ڏاڍي ڏيان سان ٻڌي رهيو هو
اسان داستان ٻڌائيندي سمهي رهياسين.

# غلام محمد لغاري

هندستان، پاڪستان جي وچ ۾ پکڙيل وسيع ٿر واري علائقي ۾ وسڪاري جي مند ۾ جڏهن ساوڻ ساڻ ڪري وسڻ جا ويس ڪندو آهي، ڪنواريءَ ڌرتيءَ تي گاهن جي گلزاري جوڀن جو ڏيک ڏيندي آهي. مٽيءَ جي ذري ذري مان ڪنهن البيليءَ جي اڻ ڇهيل جسم جي پگهر جهڙي خوشبوءِ دل ۽ دماغ کي سرهاڻ سان مهڪائي ڇڏيندي آهي. سمورو ٿر ڪٽوريءَ جي ڪاڻ بڻجي ويندو آهي. زندگيءَ جي رڻ ۾ ڪيئي رابيل ڦٽي پوندا آهن. سمورو ماڻهو سرهي سيج بڻجي پوندو آهي. پرينءَ پاسي ۾ اچي ويندا آهن. ڪيئي گيت ۽ لوڪ گيت جنم وٺندا آهن. ان وقت ڪو ڌاڙيل، ڪو ڦورو، ڪو رهزن، ڪو ڌاڙيل ۽ لٽيرو مددخان جي روپ ۾ ديس جي سونهن لٽڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته هن مارئيءَ جي مليرَ ۾ ڪو غلام محمد لغاري جنم وٺندو آهي، جيڪو پالوءِ جي پٽ تي آزادي ۽ انقلاب جو جهنڊو هميشه لاءِ کوڙي ڇڏيندو آهي ۽ ان جهنڊي جي حفاظت لاءِ پنهنجي زندگيءَ جي زهر جا ڍڪ پيئندو آهي. دشمن طرفان اڇلايل تير پنهنجي سيني تي سهندو آهي ۽ آخري هچڪيءَ وقت به امبد ۽ آس جي مشعل هٿان ناهي ڇڏيندو.

لغاري قبيلو سنڌ ۾ ڪڏهن آيو ۽ ڪيئن آباد ٿيو، ان سان منهنجو واسطو ناهي البت سنڌ جي تاريخ پڙهندي مون کي خليفي نبي بخش لغاري جي ڪيڏاري، امرڪوٽ جي قلعدار غلام الله لغاري جي مدد خان جي مقابلي ۾ بهادري، غلام محمد لغاري کهنڙي واري جي هنن لفظن ته ”سرزمين سنڌ اسان جي ماءُ آهي“، ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ ان قبيلي جي وطن دوستيءَ کي دائمي حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي. جيڪا تاريخ جي هر دور ۾ زنده ۽ پائنده رهندي ۽ ڪي به سياسي يا قبائلي تضاد يا مخالفت انهيءَ قبيلي جي وطن دوستيءَ جي قلعي ۾ ڏار نه ٿا وجهي سگهن.

١٩٧٧ع ۾ مولابخش لغاري ۽ آءٌ ڪراچي سينٽرل ۾ هئاسين. اتي مولابخش لغاري کي هڪ ڏينهن سردار شيرباز مزاري چيو ته لغاري ته غدار ٿيندا آهن تون ڪيئن وطن دوست ٿي جيل ۾ آيو آهين؟ مولابخش جي جواب کان اڳ مون چيو ته پنجاب جا مزاري تاريخ جي صفحن ۾ رڻجيت سنگهه جي دشمنن جي صف ۾ بيٺل نظر اچن ٿا. جڏهن ته سنڌ جا لغاري هوشو شيدي، حيدربخش جتوئي ۽ جي. ايم. سيد سان گڏ رهيا آهن، هر دور ۾. مزاري صاحب وڌيڪ نه ڪڇيو نه ته آءٌ مزارين جا ڪجهه وڌيڪ تفصيل ۽ لغارين جو تذڪرو ڪريان ها.

انهيءَ لغاري قبيلي مان نبي سر روڊ وارو غلام محمد

نڳاري ٿي هو، جيڪو جوانيءَ کان وٺي زندگيءَ جي پوئين پساهن تائين زندگيءَ جي عظيم جنگاهه ۾ مظلوم ۽ محڪوم عوام جي بالادستي ۽ حاڪميت لاءِ، دنيا جي هر نفعي نقصان کان بي پرواهه، هر گلا تعريف کان بي نياز، وقت جي فرعوني طاقتن سان پنهنجي پوري طاقت سان ٽڪر کائيندو رهيو ۽ انهيءَ راهه حق ۾ هلندي ڪڏهن به پڇتاءُ جو ٿڌو شوڪارو نه ڀريائين. هر قسم جي لالچ، هر قسم جو نفعو، هر قسم جي آڇ، هر قسم جي ترغيب ڪي هي ٿاريليءَ جو وياءُ ۽ پارچو ٻار پير جي نوڪ سان ٺڪرائيندو رهيو ۽ زندگيءَ جي مصيبت جي زهر کي محبوب جي چپن جي مٺاج سمجهي پيئندو رهيو ۽ ڪڏهن به مايوس نه ٿيو. هر مصيبت کان پوءِ سندس اميد وڌيڪ جوان نظر ايندي هئي، حوصلو بلند ٿي ويندو هو. ايندڙ صبح جيڪو پڪ سان شاندار هوندو. تنهن تي سندس ويساهه وڌيڪ وڌيڪ پڪو ٿي ويندو هو.

مون کي ياد ناهي ته سائس منهنجي پهرين واقفيت واري ملاقات ڪٿي ۽ڪڏهن ٿي پر ايترو چوان ٿو ته جڏهن به ملياسين تڏهن ائين معلوم ٿيو ته جڻ صدين جا واقف هئاسين. الست جي روز کان هڪ ٻئي تي جاتو سڃاتوسين ٿي. جڻ هڪ ئي ساهه جي تيج ڏاتي هئي سين ۽ هڪڙي ٻيهي تي ٻيهي حسن عشق ۽ وطن جي ورن جي ورتا جا ڳڏيل ڪمڏارا ڳائيندا رهيا هئاسين.

مون لغاري کي پهريون ڀيرو تقرير ڪندي مرڪزي اردو بورڊ ۾ ڏٺو. سنڌي شاگردياڻين ون يونٽ خلاف ڪارو ڏينهن بورڊ جي آڊيٽوريم ۾ ملهايو پئي. انهيءَ جلسي ۾ سنڌ جو ممتاز عالم ۽ مؤرخ سيد حسام الدين راشدي چوٽيءَ جا شاعر نياز ۽ اياز، مشهور ليکڪ ۽ مقرر رسول بخش پليجو، جادو بيان خطيب حفيظ قريشي موجود هئا. اتي ٽر جو هي اڻ پڙهيل پر مڪمل عملي انسان غلام محمد لغاري ڳالهائي رهيو هو. ڳالهائي ڇا رهيو هو ڄڻ مائهن جي جهنگل ۾ شينهن گجي رهيو هجي. لفظن جو آبشار ڪارونجهر جي ڪنارن تان وهي رهيو هو. يحيٰ شاهي جي اگهاڙي فوجي آمريت ملڪ تي مسلط هئي ۽ لغاري جا لفظ انجي سري ڪاٺل قلعي تي گولي باري ڪري رهيا هئا.

ان جلسي ۾ لغاري جي تقرير جي پڇاڙي هن ريت هئي.

”هي اونده اندوڪار ختم ٿيندو. ڏڪاريا ڏيهه ۾ موذي سپ مرندا. سائيهه ۾ سڪار ٿيندو. وڏڦڙو وسندو. ٻانهاريون ٻانهه لوڏي هلنديون گاهن جون گلزاريون ٿينديون. سانگيئڙا ۽ جهانگيئڙا سکيا ٿيندا. ڦوڳ مرندا. ڪيت خوش ٿي مارويون مائيندا. همت هارڻ جي ڪابه ضرورت ناهي. حاڪمن اسان کي ڪمزور

سمجهيو آهي. پر اسان سنڌ واسي اهي آهيون
جڏهن ڪنهن مقصد جي حاصلات لاءِ ڏکرندا
آهيون ته آزاديءَ جي لال ڪنوار وٽي ايندا
آهيون يا پنهنجي سيني جو رت هن ماتر ڀوميءَ
جي اوڙ اوڙ ۾ هاري ايندا آهيون."

اي حاڪمو! ٻڌو! جڏهن اسان مان ڀاڙيو ٻچي ايندو آهي ته اسان جون زالون اسان جي سلامت موٽڻ تي خدا جا شڪر مڃڻ بدران اسان کي هيئن چونديون آهن.

جي تون ٻچي آئين ٻچڙا، ته ڪاننڊ مون م ڪڇ،
ويهه ڪوڙائي ڪو ڏسين، مادر جهوليءَ مڇ،
هيءَ ڏاڙهي پڪيءَ پڇ، ڪونڊ ته ڪاڏي اجري.

---

جي تون ٻچي آئين ٻچڙا ته آءٌ تنهنجي ڀيڻ،
نسٽ تنهنجي نڪ ۾ وجهان ڏيئي ويڻ،
جي تو ڏي ڪٿان نيڻ، ته ٻسان ٻنهنجي ٻٽ کي.

انهيءَ تقرير کان پوءِ آءٌ سندس نيازمندن ۾ شامل رهيس ۽ انيڪ ملاقاتون ۽ ڪچهريون ٿينديون رهيون جن ۾ هو زندگيءَ جا تجربا، سياسي سبق ۽ سماجي لطيفا ٻڌائيندو رهيو.

حقيقت هي آهي ته غلام محمد لغاري، جڏهن جيل کان باهر هوندو هو ته سندس "سچائي منزل" سياسي ڪارڪنن، اديب دوستن، ڪامريڊن ۽ مظلوم هارين لاءِ

هڪ تربيت گاهه يا مڪتب هوندي هئي. هو نه ٿهڻو ڪري غلام محمد لغاري جي زندگي جيل ۾ ئي گذرندي هئي. هو سنڌ يا پاڪستان جو اڪيلو سياسي ڪارڪن هو جنهن زندگيءَ جا پورا اوڻيهه سال جيل جي سي ڪلاس ۾ گذاريا. ۽ سي ڪلاس جي جيل هئي سندس صحت کي جهوري ۽ پوري ڇڏيو. هن پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات، انگريز سامراج جي خلاف جدوجهد سان ڪئي هئي. اها سامراج دشمني ۽ عوام دوستي سندس زندگيءَ جو مقدس نغمو ۽ دل ڪش گيت بڻجي ويئي، جنهنجي ڌن ۽ ترنم جي نشي ۾ سرشار ٿي هو جدوجهد جي ميدان ۾ ڪڏهن ڪونه ٿڪو پر اڳتي وڌندو رهيو.

ٿرپارڪر ضلعو بدقسمتيءَ سان سنڌ جي ڀارت سان ملندڙ سرحدن جي مختلف ايجنسين جي رپورٽ جو شڪار هوندو آهي.

مهاتما گانڌيءَ هڪ ڀيرو چيو هو ته پنجاب سمورو سي. آءِ. ڊي سان ڀريو پيو آهي. ساڳي حالت سنڌ جي هن ضلعي سان آهي ۽ هر ٻيو ماڻهو سرڪار جو جاسوس هوندو آهي.

انگريزن جيڪو بدترين وڏيراشاهيءَ جو نظام ننڍي کنڊ ۾ جاري ڪيو هو سو سنڌ جي هن سرحدي ضلعي ۾ وڌيڪ جابرانه، وڌيڪ ظالمانه، وڌيڪ ڪميڻپ ۽ ڪٺورتا سان ٻريل پئي رهيو آهي. هتي جو وڏيرو، مير، پير ۽ ٺاڪر، خدا، رسول ۽ ڀڳوان کان وڌيڪ انگريز

سامراجيت جي هٿان رت پيئاڪ رهزن ٻرزي "ثروت" جي واڪاڻ ڪندو آهي. ثروت اهو ماڻهو هو جنهن جا هٿ ننگرپار جي آزاديءَ جي سورمن جي رت سان رنگيل هئا. جنهن هن ضلعي ۾ غدارن، مفاد پرستن، چمچن ۽ سامراج جي روحاني اولاد پيدا ڪرڻ لاءِ سنڌ جي سون اپائيندڙ زمين مفت ورهائي، غدار ۽ جاسوس وڏيرن جي لوڏ پيدا ڪئي، جنهن هتي سامراج جا پير مضبوط ڪرڻ ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪيو.

اهڙي ضلعي ۾ غريب گهرائي ۾ پيدا ٿيل نوجوان غلام محمد لغاري، پيڙهيل ۽ ڪچليل طبقن کي آمريت ۽ وڏير اشاهيءَ جي بدمعاشين ۽ ڪميڻين مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ سياست ۾ آيو. ڇو ته ڪيس ان وقت جي ڏاهن ماڻهن جي تجربن ۽ ڳالهين مان پروڙ پيئي هئي ته احتجاجي مظلومي يا اجتماعي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو رکو گڏيل جدوجهد، گڏيل محنت ۽ گڏيل پورهئي سان ئي ممڪن آهي ۽ اها گڏيل جدوجهد، گڏيل محنت ۽ گڏيل پورهيو جيستائين ظالم طبقن، ڦورو قومن ۽ غاصب ٽولن کان ظلم، ڏاڍ ۽ ٻرماريت جا هٿيار ڇڏي پنهنجي هٿ وس نه ٿو ڪري يعني رياستي ادارن تي قبضو نه ٿو ڪري، ان وقت تائين انفرادي ڇڱائي، انفرادي خيرات ۽ انفرادي عمل ڪائي حيثيت نه ٿا رکن. اهو آهي عوامي انقلاب جو سادو مفهوم. اهو انقلابي عمل دنيا جي مڃيل سچائي موجب لڳو سياسي ميدان ۾ جدوجهد سان ئي ممڪن آهي.

غلام محمد لغاري انهيءَ معنيٰ ۾ پڪو محب وطن، سامراج دشمن، انسان دوست انقلابي هو جيڪو انقلاب لاءِ زنده رهيو، انقلاب لاءِ وڙهيو ۽ انقلاب لاءِ وڙهندي مري ويو، پر نه اُس جي روشنيءَ کي جهڪو ٿيڻ ڏنائين نه وري همت جي لاٽ وسامڻ ڏنائين. سندس وفات کان ڪجهه ڏينهن اڳ جي لکيل ڊائري جو مفهوم سندس آس ۽ همت واري جذبي جي اپٽاري ڪري ٿو.

اڌ عمر جيل ۾ گذري ۽ اڌ ريل ۾. قدرت طرفان موروثي طرح ڪابه دولت يا نعمت نصيب نه ٿي هئي. رهيو صحت واري نعمت مايل هئي سابه کسجي ويئي آهي. سمجهان ٿو هاڻي وقت پورو ٿيڻ تي آهي. سڄي عمر وڙهندي گذري ويئي. آزادي ۽ انقلاب نصيب نه ٿيا. پوءِ به نااميد ناهيان. آزاديءَ جي گهاڙهي ڪنوار ايندي، انقلاب جو جهنڊو هٿ ۾ کڻي. منهنجا سانگي جهانگي ضرور اٿندا ۽ سويارا ٿيندا اها پڪ اٿم.

.........

ڪامريڊ جي آس ۽ همت سان ڀرپور اها عظيم جدوجهد ئي هئي جنهن ڪيس ٿرپارڪر جهڙي سياسي طرح يتيم ضلعي ۾، جتي ميرن، پيرن، ۽ وڏيرن جي سدائين هڪ هٽي قائم آهي ۽ جيڪي هن ضلعي جا

فرعون بنيا ويٺا هئا، سياسي طرح بلند مقام تي پهچايو ۽ هو پاڪستان جي پهرين صف جي ليڊرن ۾ ايڪجهڙ لڳو. ميرپورخاص ۾ سندس رهائشگاهه "سچائي منزل" تي سموري پاڪستان جا سياسي ليڊر ايندا ويندا هئا ۽ رب ٻيچ ٻي ويندا هئا.

پاڪستان ۾ جمهوريت يا انقلاب جي ڳالهه ڪندڙ ليڊر جڏهن ٿرپارڪر ضلعي ۾ داخل ٿيندا هئا ته سرڪاري مشينري جي دٻ ۽ وڏيرا شاهيءَ جي روايتي بزدليءَ جي ڪري ڪين ڪٿي به تقرير لاءِ جڳهه نه ملندي هئي. ان وقت سچائي منزل واحد جڳهه هئي جنهن جا دروازا سڀني حڪومت مخالف ليڊرن لاءِ کليل رهندا هئا. انهيءَ منزل تي پاشاني، ولي خان، ذوالفقار علي ڀٽو، جي-ايم-سيد، سهروردي ۽ ٻيا آيا ۽ عوام جي هجوم کي پنهنجو پروگرام ٻڌائي ويا. اهڙي ئي هڪڙي پروگرام جي سلسلي ۾ پاڪستان ۾ مخالف ڌر جو چوٽيءَ جو ليڊر حسين شهيد سهروردي ٿرپارڪر ۾ آيو ۽ کيس سچائي منزل کان سواءِ ڪٿي به جاءِ پناهه نه ملي. سچائي منزل تي ترسڻ کان پوءِ جڏهن ڪراچي واپس پهتو. تڏهن هڪ خط غلام محمد لغاري کي لکيائين، سو هيٺ ڏجي ٿو.

ڪلفٽن ڪراچي:

١٠ جولاءِ ١٩٥٦ع

منهنجا پيارا لغاري صاحب!

آءٌ سچ پچ اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان ته

اوهان ميرپورخاص ۾ گهڻو نه بهترين ڪم ڪيو آهي. جيتوڻيڪ آءٌ ميٽنگ جي ڪاميابيءَ کان ڏاڍو متاثر ٿيو آهيان. پر ان کان به وڌيڪ مون کي اهو ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي آهي ته اوهان غير معمولي ڪم ڪيو آهي ۽ اوهان اسان جي عوام جي هيٺين طبقن جون سچيون خدمتون ڪيون آهن، جن طبقن کي اوهان جي مدد جي سخت ضرورت آهي. انهيءَ سموري بندوبست لاءِ جيڪو اوهان ڪيو هو اوهان جي وڏي مهرباني، آءٌ اوهان جي روشن مستقبل جو خواهشمند آهيان.

اوهان جو مخلص حسين شيد سهرودي.

غلام‌محمد لغاري جي سياست بنيادي طرح هارين جي تنظيم ۽ طبقاتي شعور پيدا ڪري وڏيرا شاهيءَ جو تخت فرعوني اونڌو ڪرڻ تي ٻڌل هئي. انهيءَ سياست کي اڳتي وڌائڻ لاءِ هو پاڪستان جي هر ترقي پسند ۽ جمهوريت دوست تنظيم ۽ تحريڪ ۾ شامل ٿيندو رهيو. پر هن جڏهن به ڏٺو ته ڪابه آل پاڪستان نام نهاد ترقي پسند جماعت سنڌ مقصد ۽ بنيادي سياست جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجي رهي آهي ته هو هڪدم انهيءَ تنظيم ۽ تحريڪ کي ڇڏي پنهنجي هاري پليٽ فارم تي موٽي ايندو رهيو. انهيءَ سلسلي ۾ هو نعپ، عوامي ليگ ۽ پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. پر هڪڙي ڳالهه هر حالت ۾ مڃيل هئي ته هو پهرين قوم پرست سنڌي هو ۽ سنڌ اها قوم پرستيءَ سراسر انقلابي نوعيت جي

ترقي پسندانہ هئي، جنهن جو آخري مقصد هن ديس ۾ برماريت کان آجو هارين ۽ پورهيتن جو راڄ قائم ڪرڻ هو. سندس خيال هو ته هتي هاريءَ تحريڪ جي ناڪامي جو وڏو سبب سنڌ جي وطن دوست سياست سان ڳنڍيل بدران انقلابي لفاظيءَ تي مشيني انداز ۾ عمل ڪندي، انهي پورهيت جو، پيچ لٽڪائڻو ڪرڻ آهي. جيڪو سنڌ ۾ رڳو معاشي مفادن جي بنياد تي ڪمائيندو ۽ رڳو معاشي مفاد انقلاب لاءِ نه صرف ڪارگر ناهن پر الٽو ان جي راهه ۾ رڪاوٽ آهن. ڪنهن ملڪ ۾ انقلاب يا آزاديءَ واري عمل جي تڪميل ان ملڪ جو هينئون طبقو ۽ پيون محب وطن قوتون ڪنديون آهن جن جا ثقافتي، اقتصادي ۽ تاريخي رشتا هڪ ٻئي سان لاڳاپيل ۽ ڳنڍيل هوندا آهن. بلوچستان ۾ رهڻ واري عرصي ۾ سندس انهيءَ نظرئي کي هيڪاري هٿي ملي جڏهن نعپ جي هڪ ميٽنگ ۾ ڪامريڊ لغاري. ولي خان کي چيو ته ”آءٌ جيل جي اسپتال ۾ اهي بلوچ نوجوان ڏسي آيو آهيان جن جو سنڌ سنڌ چيري منجهن لوڻ ٻرڪيو ويو آهي. بلوچ عورتن سان جيڪي ڪجهه وهيو واپريو آهي تنهنجي اوهان کي چڱيءَ طرح خبر آهي. مون کي اوهان اهو ٻڌايو ته بلوچستان جي تحريڪ ۾ پٺاڻ اڃان تائين ڇو شريڪ نه ٿيو.“ ولي خان انتهائي ڪاوڙجي چيو ته ”مون ڪڏهن پروچن جي پيرن تي ٽوپي اڇلائي هئي ته اوهان جملن تي چڙهي تحريڪ هلائو. جو اڄ اوهان

مون کي تحريڪ ۾ شامل نہ ٿيڻ جو مهڻو ڏيئي رهيا آهيو.“ ولي خان جو جواب ٻڌي ڪامريڊ لغاري تعب جي ميٽنگ مان واڪ آئوٽ ڪري ويو. ٻوءِ هن پنهنجي سموري قوت بلوچستان جي قومي تحريڪ لاءِ وقف ڪري ڇڏي. ان وقت سچائي اخبار ڪوئيٽا مان ٻن صفحن تي نڪرندي هئي ۽ ڪوئيٽا شهر ۾ هٿو هٿ کپي ويندي هئي. اخبار جي وڪري مان جيڪي ڪجهہ حاصل ٿيندو هو تنهن مان اخبار بہ ڇاپيندو هو تہ گهر جو خرچ بہ هلائيندو هو. ان وقت سندس دوست نواب اڪبر بگٽي بلوچستان جو گورنر هو، پر ڪامريڊ لغاري بلوچستان جي قومي تحريڪ جي حمايت ڪانہ ڇڏي نہ وري بگٽي صاحب ڪامريڊ جي انهيءَ روش تي ناراض ٿي ٿيو. ڪامريڊ، بگٽيءَ سان ذاتي لاڳاپا ڪونہ ٽوڙيا، ۽ پاڻ انهن لاڳاپن جي آڌار تي هو قومي تحريڪ جي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ مدد ڪندو رهيو. ان سڀ ڪجهہ هوندي بہ هن، بگٽيءَ جي گورنريءَ قبول ڪرڻ واري عمل کي ڪڏهن ساراهيو ڪونہ ۽ نہ وري ڪو مالي فائدو ئي ورتائين.

نواب اڪبر بگٽيءَ جي گورنريءَ واري وقت ۾ سندس صلاح ڪار ملڪ عثمان ڪانسي ٻڌايو تہ: ”آءٌ تعب ۾ هوندو هوس پر دوستن کان ڪن ذاتي ناراضگين جي ڪري آءٌ نواب بگٽيءَ جي گورنريءَ ۾ سندس صلاحڪار بڻيس ۽ منهنجي ڪار تي جهنڊو لڳي ويو.

هزارين ماڻهو مبارڪون ڏيڻ لڳا. هڪ ڏينهن انهي مبارڪي ماڻهن ۾ شامل ڪامريڊ اوچتو منهنجي جاء ۾ داخل ٿيو ۽ مون تي نظر پوندي شرط وڏي اوچنگار ڏيئي روئڻ لڳو. آءٌ ڏانهس وڌيس ڪيس ڳلي لڳائي چيم. ”ڪامريڊ خير ته آهي روئين ڇو ٿو؟“ چوڻ لڳو ”ٿون ذهني ۽ روحاني طرح مري وئين. عثمان ڪانسي جيڪو منهنجو انقلابي دوست هو، سو مري ويو هي ڪار تي لڳل جهنڊو ان جو ثبوت آهي.“ چيم ڪامريڊ! هي منهنجي ڪار تي جهنڊو پختونستان جي علامت آهي. ٿون حال في الحال ماٺ ڪر. اسان ان طريقي سان بلوچستان جي خدمت ڪرڻ ٿا چاهيون“ ڪامريڊ ڪاوڙ ۾ ڀاڙهو ٿي چوڻ لڳو ”هڪ ته ذهني طرح پنهنجي بزدلي ۽ ياڙيائپ جي پرواني تي صحيح ڪئي اٿئي! مٿان وري بلوچستان تي احسان ڪرڻ جي پوچي ڦيرڻ ٿو چاهين. جيڪڏهن اهڙي نموني عوام جي خدمت ٿئي ها ته ليني سڀ کان پهرين زار جي حڪومت ۾ شامل ٿي وڃي ها ۽ ڳانڍي ساري عمر جيلن ۾ ڪونه سڙي ها. ڪجهه ڏينهن کان پوء سرڪار ناراض ٿي ته توکان اهو جهنڊو ڦري ڇڏيندي. پختونستان اڃا بت تي ڪرندو. اهڙا ديس اسان کي ڪونه کپن جيڪي جلدي نهن ۽ سرڪار ناراضگيءَ تي ڇانئجي ڌهن“

ڪانسي ٻڌايو ته ڪجهه ڏينهن کان پوء آءٌ استيعفا ڏيئي آيس ۽ منهنجي ڪار تان جهنڊو لهي ويو ته .

ڪامريڊ ٺهڪ ڏيئي اچي ملبو ”چئي ڪيڏانهن ويو تو وارو پختونستان“ ورائيم ”جيڏانهن تو وارو سنڌوديش ويو.“

ڪامريڊ وڏو زنده دل ۽ بهادر ماڻهو به هڪڙو ئي هو. سندس زنده دلي ۽ بهادريءَ جا ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا.

هڪ ڀيري ڪنهن فيصلي جي سلسلي ۾ ڪجهه عورتون ڪامريڊ وٽ آيون ۽ ڪيس ڏاڍو تنگ ڪيائون، پر ڪامريڊ کي اهو فيصلو ڪرڻو ئي ڪونه هو. سو نٽائيندو رهيو نيٺ هڪ مائي چيو. ”ڪامريڊ! آءٌ تو وٽ نياڻيون ميڙ وٺي آئي آهيان. نياڻي ست قرآن آهي.“ ڪامريڊ جي ڀوڳائي طبيعت اڀري ڪاڍو. چئي ”مائي نياڻي واقعي ست قرآن آهي، پر مرد سان گڏ سمهڻ کان پوءِ سيپارو به نه لهي.“ اهو ٻڌي مايون ڪامريڊ کي گاريون ڏينديون هليون ويون ۽ هن سک جو ساهه کنيو.

هڪ ڀيري ڪامريڊ نبي سرروڊ کان ريل گاڏيءَ ۾ ميرپورخاص اچي رهيو هو. ساڳئي گاڏي ۾ هڪ قادياني مبلغ ۾ ويٺو هو. مبلغ، ڪامريڊ سان ڪچهري ڪندي اچي مرزا غلام احمد قاديانيءَ جي نبوت جي ثبوت ۾ دليل ڏيڻ شروع ڪيا. ڪامريڊ خاموشيءَ سان ٻڌندو رهيو. مبلغ دليل ختم ڪري ڪامريڊ کي چوڻ لڳو ته اوهان مهرباني ڪري قادياني فرقي ۾ اچي مرزا صاحب تي ايمان آڻيو. ڪامريڊ ٺهه ٺپ جواب ڏنو ته:

”جڏهن آءٌ سچي نبيءَ جو آندل دين ڪونه ٿو مڃان، ته پوءِ ٿو واري ڪوڙي نبيءَ جو دين ڪيئن قبول ڪندس.“ قادياني مبلغ حيران ٿي ڪامريڊ جي منهن ۾ ڏسندو رهجي ويو.

هڪ ڀيري ڪنهن مسڪين ماڻهوءَ جي زال پير غلام رسول شاهه جيلانيءَ جو هڪ مئنيجر زوري کڻائي ويو ۽ ميرپورخاص جي هڪ بنگلي تي سريت وانگر رهائڻ لڳو. غريب ماڻهو، پير غلام رسول شاهه وٽ دانهين ويو، پر پير صاحب سندس ڪوبه داد فرياد ڪونه ڪيو اتان مايوس ٿي هو پوليس، ڪورٽن، ٻه جي ننڍين وڏن زميندارن، پيرن، ميرن وٽ ويو، پر هر جڳهه تان ڪيس مايوس ۽ نامراد واپس ورڻو پيو. ڇو ته پير غلام رسول جو اثر رسوخ هر جڳهه تي پنهنجي مئنيجر کي بچائيندو رهيو. نيٺ ان غريب ماڻهوءَ کي ڪنهن ٻڌايو ته ’سچائي منزل‘ تي غلام محمد نانگو رهي ٿو ان وٽ وڃ. ڪامريڊ همراهه جي ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ ٻه چار همراهه ساڻ ڪري سڌو ان بنگلي تي وڃي پهتو. همراهه کي چيائين. ”آءٌ دروازي تي بيٺو آهيان تون وڃي اندران پنهنجي زال کي وٺي اچ ڇو ته منهنجي خيال ۾ هن وقت بنگلي ۾ تنهنجي زال ۽ ان کان سواءِ ٻيو ڪوبه ماڻهو موجود ڪونهي.“ هن غريب شخص اندر وڃي پنهنجي زال کي هلڻ لاءِ چيو پر مائي انڪار ڪيو ته ”تون منهنجو مڙس ئي ڪونه آهين.“ اهو جواب ٻڌي

همراهه موٽي اچي ڪامريڊ کي سموري ماجرا ٻڌائي. ڪامريڊ اهو ٻڌي ڏوڪڻندو سڌو بنگلي اندر هليو ويو ۽ مائيءَ کي چوٽيءَ مان جهلي ٻه ٽي نيٽ هڻي چوڻ لڳو ته "هلين ٿي يا نه؟" مائي وڏيڪ موچڙن جي ڊپ کان هڪدم هلڻ لاءِ تيار ٿي ويئي. جڏهن سيئي همراهه مائين کي وٺي ٽانگي ۾ چڙهي هلڻ لڳا ته اوچتو مائين رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون ته اسان کي بچايو اسان کي اغوا ڪيو وڃي. بازار ۾ بيٺل پنجابي ۽ پناهگير، اسلامي جوش ۾ ٽانگي کي وڪوڙي ويا. ان وقت تائين مئنيجر به سهڪندو اچي پهتو، جنهن منهنجي زال ڪامريڊ زوري ڪڍايو ٿو وڃي. ڪامريڊ هڪل ڪري چيو: "سڀ بيهي رهو ٻي صورت ۾ سيني کي شوٽ ڪندس. اج منهنجو رت تتل آهي." مئنيجر سميت سڀ ماڻهو بيهي رهيا. ڪامريڊ مائون وٺي سڄائي منزل تي آيو. جتان زال مڙس کي ڪنهن ڏيهي تي ڇڏي آيو. جتان اج ڏينهن تائين مائي واپس مئنيجر وٽ نه پهتي آهي.

جڏهن جسم ۾ طاقت هئي ۽ سختين جسم کي هيڻو نه ڪيو هو تيستائين ڪامريڊ هميشه ريل گاڏيءَ جي ٿرڊ ڪلاس گاڏي ۾ سفر ڪندو هو. پر ڪڏهن ريچڪ ۽ ڦڏو ڪري فرسٽ ڪلاس ۾ ضرور ويهندو هو. اهڙوئي هڪڙو واقعو ميرپورخاص ريلوي اسٽيشن تي ڪري ڏيکاريائين. ڪامريڊ نبي سر روڊ وڃڻ لاءِ ٿرڊ ڪلاس جو ٽڪيٽ وٺيو پليٽ فارم تي بيٺو هو ته، سندس

نظر هڪ واقفڪار تي پيئي، جيڪو پريشانيءَ جي حالت ۾ هيڏانهن هوڏانهن وائڙن وانگر چڪر ڪاٽي رهيو آهي. ڪامريڊ انڪان پريشانيءَ جو سبب پڇيو. هن ٻڌايو ته مون فرسٽ ڪلاس جو ٽڪيٽ ورتو آهي. پر فرسٽ جي گاڏن ۾ ڪنهن طاقتور ايجنسيءَ جا ماڻهو ويٺا آهن جيڪي اسان کي ويهڻ نه ٿا ڏين. اها ڳالهه ٻڌي ڪامريڊ هڪدم ايس-ٽي- کي سڏي چيو ته مون کي فرسٽ جي ٽڪيٽ ناهي ڏي. فرسٽ جو ٽڪيٽ ڪٽي ڪامريڊ سيني گاڏن ۾ ويو پر ڪنهن به گاڏي ۾ ڪيس ويهڻ نه ڏنو ويو. هن ريلوي جي عملي کي چيو، پر عملي به پنهنجي بيوسيءَ جو اظهار ڪيو. جنهن تي ڪامريڊ به چار همراهه وٺي ريلوي جي پٽڙيءَ تي ويهي رهيو ته جيستائين اسان کي فرسٽ ۾ ويهڻ نه ڏنو ويندو ۽ اهي طاقتور ماڻهو اسان کان معافي نه وٺندا ان وقت تائين اسان هتان نه اٿنداسون. وڏو گوڙ ٿيو. ڪامريڊ کي ڏسي پيا به ڪيترا ماڻهو پٽڙين تي اچي ويهي رهيا. نيٺ ڪامريڊ جا سڀ شرط مڃيا ويا. پوءِ ڪامريڊ ۽ سنڌس پوئلڳ پٽڙين تان اٿيا.

هڪ ڀيري مون کان پڇيائين، ”ڪڏهن تنهنجي پيءُ تنهنجي تقرير ٻڌي آهي“ ورائيم: ”نه.“ چوڻ لڳو: منهنجي پيءُ هڪ ڀيرو منهنجي تقرير ٻڌي هئي. ٿيو هيئن جو آءٌ گهڻو ڪري جيل ۾ ويندو رهندو هوس ۽ منهنجو پيءُ حڪومت ۽ حڪمرانن کي ٻڌون ۽

پاراتا ڏيندو رهندو هو، آءٌ ڪيس چوندو هوس، تہ بابا! کهڙو ۽ قاضي، وڏا حرامي آهن، مون کي خواهہ مخواهہ جيل ۾ تا وجهن نہ تہ آءٌ بنهہ اشراف ماڻهو آهيان، سرڪار کي ڪجهہ بہ ڪونہ چوندو آهيان. بابا چوندو هو، ”تقرير ۾ ڇا چوندو آهين“؟. ”اهو تہ هارين سان ناحق آهي هارين کي حق ڏيو.“ ”اهو تون صحيح ٿو چوين. تون حق تي آهين. کهڙو ۽ قاضي واقعي بدمعاش آهن.“ ڪامريڊ کلي چوڻ لڳو: تہ هڪ ڏينهن جو ٿيو اچان تہ بابا مون تي ڪاوڙيو ويٺو آهي ۽ چوي پيو کهڙو ۽ قاضي وڏا اشراف ماڻهو آهن ”مون حيران ٿي پڇيو تہ ”بابا، اهو وري ڪيئن“ چوڻ لڳو پٽ، ”مون تنهنجي تقرير ٻڌي آهي، جيڪا تو کهڙي جي خلاف ڪئي آهي. سچ پچ جيڪڏهن، آءٌ کهڙي جي جاءِ تي هجان ها ۽ تون اجوڪي تقرير مهنجي خلاف ڪرين ها تہ آءٌ توکي ڦاسيءَ تي لٽڪايان ها، کهڙو تہ وري بہ جيل ۾ وجهيو ڇڏيو ڏيئي، اهو تہ اشراف ماڻهو ٿيو. ڏاڍيچ تہ تون ٿيئن نہ؟ هڪ ڀيري آءٌ ڪامريڊ سان سلهٽ ويس تہ هو هڪ سياسي ورڪر کي سمجهائي رهيو هو. ورڪر کان ڪامريڊ پڇيو تہ: ”ڪم ڪيئن ٿا ڪريو“ هن چيو ”ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ ويندا آهيون. ڳوٺن جي ماڻهن کي گڏ ڪري پنهنجو نظريو ٻڌائيندا آهيون؟ ڪامريڊ پڇيو: تقريرون رڳو اوهان ڪندا آهيو يا ڳوٺاڻا بہ تقريرون ڪندا آهن. هن ورائيو ”تقريرون رڳو اسان

ڪندا آهيون.“ پوءِ اوهان کي ڪيئن خبر پوندي آهي ته هن ڳوٺ جي ماڻهن سان ڏاڍي زيادتي آهي. ڇو ته جهڙيءَ ريت هر هڪ ملڪ جون حالتون ڌار ڌار ٿين ٿيون، بلڪ اهڙيءَ ريت سنڌ جي هر ڳوٺ جا مسئلا ۽ مصيبتون جدا جدا آهن. وڏيرن جي روش، پوليس جون حرڪتون، پاڻيءَ جا مسئلا هر ڳوٺ ۾ جدا جدا قسم جا آهن. انگريزي ڀاڙيءَ جي ڪچهرين ۾ اول اتي جي عام ماڻهن کي ٻڌو، ته هو پنهنجا ڏکڙا سور اوهان سان سلن ٿا ۽ اوهان تي ڪيترو ڀروسو ڪري پنهنجا اندر جا آڌما بيان ڪن ٿا. ان طريقي سان توهان هن علائقي جو سياسي ۽ سماجي تجزيو وڌيڪ سولائيءَ سان ڪري سگهندؤ.“

هڪ ڀيري آءٌ ڪامريڊ سان ملڻ سچائي منزل تي ويس ته مون ڪان اڳ هڪ مولانا ۾ ڪامريڊ وٽ ويٺو هو. ٿوري دير کان پوءِ ڪامريڊ هڪ مائيءَ کي سڏي چيو ته: ”ڪڪڙ جهلي اچ ته عبدالواحد کي ڪارايون، گهڻن ڏينهن کان پوءِ ملڻ آيو آهي. مائي ڪڪڙ جهلي آئي ته انهيءَ ساڳي مائي کي چوڻ لڳو ته هي ڇاقون وٺ وڃي ڪهي اچ. اتي ويٺل مولانا رڙ ڪئي ته: ”مائي ذري ڪڪڙ ڪيئن ڪهندي، عورت جي ڪٺي جائز ڪانهي!؟“ ڪامريڊ هڪدم چيو: ”قرآن ۾ ڪٿي لکيل آهي ته جانور هرو ڀرو مرد ڪُهي؟“ مولانا لاجواب ٿي ويو. خير مون ڪڪڙ ڪُهڻ ڪونه ڏنو. دال روٽي

ڪاڌيسين، پر ڪامريڊ وارو دليل منهنجي ذهن مان اڄ ڏينهن تائين نه نڪري سگهيو آهي.

ڪامريڊ جي وفات سان سنڌ هڪ پر بهار، بهادر، سروپچ، سياسي ۽ انقلابي تجربن سان مالا مال شخصيت کان محروم ٿي ويئي.

انسان جي پيدائش موت جو سلسلو اڻ کٽ آهي، جيڪو سدائين جاري رهندو، پر ٿرپارڪر ضلعي جي ڪا نيڪ بخت ماءُ وري شايد ئي غلام محمد لغاري جهڙي عظيم ۽ لاکيڻي ٻچي کي جنم ڏئي.

لک لهي ٿي اها مٽي، جنهن تي هيڙن انسانن جنم ورتو ۽ ان ماءُ جي ڪک، پدسؤن پري آهي، جنهن ۾ غلام محمد جهڙي سدوري، سماجهي ۽ سلڇڻي انسان قرار ورتو.

# محمد عثمان ڏيپلائي

آءُ جيل جي اونداهي ڪوٺيءَ ۾ قيد هوس. ٻاهرينءَ دنيا سان لاڳاپي ۽ رابطي جا ٽي ذريعا هئا. (١) اخبار (٢) پندرهين ڏينهن ٿيندڙ ملاقات ۽ (٣) حاضرين تان سوٽندڙ دوستن جون خبرون چارون.

هڪ ڏينهن صبح جو سوير عبرت جي ذريعي خبر پيئي ته سنڌ جو مشهور اديب ۽ چوٽيءَ جو افسانه نگار محمد عثمان ڏيپلائي گذاري ويو. خبر پڙهندي شرط مون کي پنهنجي بيوسيءَ واري حالت تي روئڻ اچي ويو، جو آءُ ڏيپلائيءَ جي آخري رسمن ۾ شريڪ ٿي نه ٿي سگهيس.

حيثيت ۾ قيد ناٿو ٿي پنهنجي مرضيءَ جي خاتمي جو آهي. جتي پنهنجي مرضيءَ سان انسان نه ملي سگهي ٿو نه ڪيڏانهن اچي وڃي سگهي ٿو. ڪي ڪي موقعا اهڙا هوندا آهن جن ۾ شريڪ ٿيڻ جي خواهش هوندي آهي. انساني ذهن ۽ ضمير جي سمورين خواهشن ۽ قوتن جي چڪ هوندي آهي، ته انهن موقعن تي وڃڻ گهرجي، پر قيد ۽ بند جا سخت قانون، بيرحم دروازا ۽ زنجير، پنهنجي سموري ڪٺورتا سان انساني ذهن ۽ ضمير جي خواهشن ۽ قوتن جي چڪ کي چتي ۽ چيپاٽي ڇڏيندا آهن. ان وقت انسان جي سوچ صفا تخريب پسند ٿي

پوندي آهي ۽ هر شيءِ ٽوڙڻ ۽ ڀورڻ لاءِ آتما اتندا آهن. اهڙيون گهڙيون جڏهن اينديون آهن، ان وقت ماڻهو اهو سوچڻ تي مجبور ٿيندو آهي ته جنهن شخص جيل جا قاعدا ناتا آهن سو انساني رشتن ناتن جي سڪ ۽ چڪ کان قطعي محروم ۽ صفا بي حس هو.

اڄ انهن قاعدن قانونن جو شڪار ٿي آءٌ سنڌ جي هن بهادر ۽ ذهين ماڻهوءَ جي رسمن ۾ شريڪ ٿي نه ٿي سگهيس.

منهنجي روح مان رڙ نڪتي: "اي انسانيت جا ويريؤ! شل اوهانجن پيڙهين تي ڪڏهن سچ جي روشني نه پوي. اسان جا پيارا اسان کان ڪيترو پري هليا ويا، هميشه لاءِ. اوهان اسان کي اها اجازت به نه ڏني جو اسان پنهنجن پيارن جي چهري تي آئيل آخري مرڪ کي ڏسي سگهون.

مون کي خبر ناهي ته ڏيپلائيءَ سان منهنجي پهرين ملاقات ڪٿي ۽ ڪڏهن ٿي پر هن جيڪو قرب، جيڪا پنجائپ ۽ جيڪو پيار مونکي ڏنو، تنهن مون کي سنڌس پرستار بڻائي ڇڏيو. هو قلم جو ڌڻي هو ۽ آءٌ اڃان قلم جهلڻ ئي مس سکيو هوس، پر هن پنهنجي درياءَدليءَ سان سدائين منهنجي همت افزائي ڪئي، مهنجين آڏين ابتين ليڪن جي تعريف ڪئي.

هو عالمي ادب جي ان سگهاري ۽ صحت مند تحريڪ جو سنڌ جهڙي نظر انداز ٿيل خطي ۾ دلير ميمبر هو،

جنهن تحريڪ سموري دنيا ۾ سچائي، سونهن امن ۽ انسانيت دوستي جي عظيم جدوجهد ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو آهي. ڏيپلائي رڳو پنهنجي ضمير جو پوئلڳ هو. اهو ضمير هن جو منشور هو. هن جي سياست هو ۽ هن جي سياسي توڙي ادبي برادري هو. اهوئي سبب آهي جو منڊ ڪان ونـي، اسان ڪي، هن جي لکڻين ۾ ڪيئي لاها چاڙها ۽ ذهني ۽ فڪري تضاد نظر اچن ٿا. پر انهن تضادن ۽ عمر جي مختلف منزلن ۾ اختيار ڪيل، سندس لاڙن ۾ ڪنهن به ذهني ۽ فڪري بدديانتي جو عنصر نه هو. ان ڪري هن پنهنجي ضمير جي روشني ۾ هلندي ڪڏهن به سرڪار يا سرنديءَ وارن طبقن جو راضپو حاصل نه ڪيو. الٽو هن ڪيترين تڪليفون سٺيون، ذهني گهاءَ کاڌا، مالي قربانيون ڏنيون، جيل يا ٽرائون ڪيون، اخبارون ۽ پريسون ضبط ڪرايون، پر پنهنجي اڇي اجري ضمير جي پيروي نه ڇڏي. اها ضمير جي پوئلڳي ئي هئي، جنهن کيس ٽر جي هڪ گمنام ڇوڪري مان، سنڌي ادب جي آسمان تي چوڏهين جي چنڊ وانگر چمڪايو ۽ عزت، شهرت ۽ حيثيت ڏيارائي. پر انهيءَ سڀ ڪجهه ماڻ به سندس طبيعت ۾ مغروري، هٺ ۽ وڏ ماڻهپائي پيدا نه ڪئي ۽ هو پنهنجي سياءَ ۾ آخري گهڙيءَ تائين، ڏتڙيل، غريب ۽ بي پهچ ماڻهن جي گهٽائيءَ جو، پاڻ کي فرد سمجهندو رهيو. انتهائي هٺ جو ڪليل، بي پرواهه ۽ بيڊپو. اها سادگي

هن جي ڪاڏي ۽ لکڻ ۾ بنهه ظاهر هوندي هئي. جڏهن پريس تي ويٺل هوندو هو ته ٻاڪڙا هوٽل جي چانهن جي وٽ وٺان هوندي هئي. جڏهن مانيءَ جي مهل ٿيندي هئي تڏهن گهران ماني گهرائڻ: يا گهر وڃي ماني کائڻ يا ڪنهن چڱي چوکي هوٽل تي وڃي ماني کائڻ بدران پريس جي ٻاهران ويٺل گاڏي واري کان، انتهائي سڙيل، تيل ۾ ٻڏل، پاروٿو ٻت، سير يا اڌ سير وٺي پاڻ به کائيندو هو ۽ اسان کي به ڏاڍي چاهه سان کارائيندو هو. جيڪو ويٺل هوندو هو، تنهن کي ضرور شريڪ ڪندو هو. پوءِ ڪٿي مولانا گرامي هجي يا ابوبڪر مگسي. رڳو جويو صاحب ۽ همايوني سنلس انهيءَ دعوت ۾ شريڪ نه ٿيندا هئا. گاڏن وارا به اهڙا هري ويا هئا، جو مانيءَ جو وقت ٿيندو هو ته، پريس جي ٻاهران اچي، ٻت جي هوڪي ڏيڻ سان گڏ ڏيپلائي صاحب جي هوڪي واري انداز ۾ ضرور پڇا ڪندا هئا. ڪڏهن بدقسمتيءَ سان يا ويٺلن جي خوش قسمتيءَ سان ٻت وارو نه ايندو هو ته آفتاب پريس جي ڀر وارين نهاريءَ جي هوٽلن تان پاروٿي نهاري ۽ مانيون گهرائي، ڏاڍي مزي سان کائيندو ۽ کارائيندو هو. اهي هوٽل انتهائي سستا ۽ هندستاني سستي نهاريءَ جا مرڪز هوندا هئا، جتي هفتي جا سٺي ڏينهن نهاري ملندي رهندي هئي ۽ اسان جهڙا سڄا ڀائي، سوا روپيه ۾ ٻه تي ماني کائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڏيپلائي صاحب کي اهو کاڌو کائيندي ڏسي،

کو ٽوڪيندو هو ته: ”ان ڪاڏي سان بيمار ٿيندؤ.“ ته هڪدم جواب ڏيندو هو ته: ”آءٌ پنهنجي طبعي عمر پوري ڪري چڪو آهيان. هاڻي گردش مارڪن تي پيو جيئان. اها مارڪن ڏيڻ واري جي مرضي آهي ته ڪيترڙيون مارڪون ٿو ڏئي.“

لکڻ جي معاملي ۾ مون ڪڏهن ڪونه ڏٺو ته ڏيپلائي صاحب پنهنجو پين کڻي باقاعدي اهتمام سان لکڻ ويٺو هجي، جيئن عام اديب لکندا آهن.

ڪرشن چندر جي باري ۾ مشهور آهي ته جيستائين شيفر پين ۽ آرٽ پيپر جو چمڪندڙ ڪاغذ ٽيبل تي موجود نه هوندو هو، ان وقت تائين اردوءَ جو هي مشهور اديب لکي نه سگهندو هو. پر ڏيپلائي لاءِ آءٌ چئي سگهان ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ مون ڪڏهن ڪونه ڏٺو ته لکڻ وقت ڏينگاٽو قلم ۽ سالم ڪاغذ وٽس موجود هجن. گهڻو ڪري بال پين، پينسل يا پڳل نٿل پين سان اخبار يا ڪتاب جي حاشئي تي لکندو ويٺو هو يا پروف نڪتل پني جي پٺ تي ۽ ڇپائي لاءِ پيل اخباري ڪاغذ مان ڪو ٽڪرو کڻي، هيٺ، مٿي، سڄي، کٻي لکندو ويندو هو ۽ اهڙا نشان هڻندو ويندو هو جيئن ڪمپوزنگ وقت ڪمپازيٽر سمجهي سگهن. اهڙي طريقي سان لکڻ کان پوءِ نظر ثاني يا صفحن جا نمبر به پروف پڙهڻ وقت صحيح ڪندو هو. هونءَ هڪ پيرو ڪاشيءَ لکي ان ۾ وري درستي ڪرڻ يا پيو

پيرو ناهن لکڻ ڏيڍلائي جي طبيعت جي ئي خلاف هوندو هو. هن جو لکڻ لاءِ هر وقت موڊ هوندو هو. سائين جي.ايم. سيد سندس باري ۾ بلڪل صحيح لکيو آهي ته "ڏيڍلائيءَ لاءِ لکڻ ايترو ئي آسان آهي جيترو هڪ تندرست ماڻهوءَ لاءِ پاڻي پيئڻ." مون ته ڪيترا ڀيرا سندس انهيءَ عادت جو مشاهدو ڪيو آهي.

پير ابراهيم جان سرهندي جو ڪتاب "سنڌ سونهاري" پڙهيائين ته ويٺي ويٺي چيائين: "دل ۾ اچي ٿو اهڙو جواب ڏيان جو پيرن جون ست پيڙهيون پيون ياد ڪن" مون چيو: "ڪريو بسم الله." بس سائين! پوءِ ته ان وقت ئي سنڌ ٽائمس جي حاشي تي اهو ڪتاب لکجڻ شروع ٿي ويو، جيڪو ٻن هفتن جي اندر لکجي ۽ ڇپجي بازار ۾ اچي ويو. ڪمال اهو جو ڪتاب لکڻ وقت ڪنهن ٻه ڪتاب مان مدد نه ورتائين. سندس حافظو غير معمولي هو. هر وقت سنڌي، اردو، فارسي، عربي، هندي، جي هزارين ڪتابن جا حوالا شعر، لطيفا ۽ نوٽڪا ياد هوندا هئس، جيڪي لکڻ وقت، موقعي ۽ مهل سارو، ڏاڍي مهارت سان انهن استعمال ڪندو ويندو هو. جيئن ڪاٽي سڳهڙ عورت پرت پرڻ مهل گج ۾ ٽڪون ٽاڪيندي ويندي آهي. سندس لکڻيءَ ۾ ڪٿي به جهول يا گهٽ وڌائي نظر نه ايندي هئي. سندس افسانا ۽ ناول سنڌيءَ زبان ۾ فن ۽ تبليغ جي ميلاپ جو بهترين نمونو آهن. جن ڪي انداز ۽ اسلوب بنهنجو آهي، جيڪو پڙهڻ

۽ سمجھڻ ڏاڍو سولو ۽ ڪاپي ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. هن پنهنجي انهيءَ انداز ۽ اسلوب سان سنڌ جي وڏن ڍنگن کي پير ڪيو. ڳل نه هو ڪنهن جي پٺيان هوي. جنهن جي پٺيان پيو ان کي دليلن ٽوڪن، ڇٽڻ سان عوام ۽ پڙهندڙن ۾ هڪ ٽڪي جو ڪري پوءِ ساهي کڻندو هو. هن جا عنوان ۽ هٿڍنگون به پنهنجي نوعيت جون هونديون هيون. هڪ ڀيري قربان بگٽيءَ جي خلاف مضمون لکيائين جنهنجو عنوان ڏنائين. "بگٽيءَ جون بي ايمانيون" يا موسيٰ ڀٽي جي خلاف مضمون جو عنوان سوچيائين "حافظ جون هتوراڙيون عرف نابينا جون نادانيون"

ڏيپلائيءَ کي ڪتاب لکڻ ۽ پڙهڻ جو جنون جي حد تائين شوق هوندو هو. روزانه پريس جي ڪنهن ماڻهوءَ هٿان سوا سوڪن جا نوان ڪتاب ۽ رسالا گهرائيندو هو، جيڪي هر حالت ۾ پڙهندو هو، ۽ پڙهڻ کان پوءِ اهي شيون سانڍي رکڻ، هن جي طبيعت جي خلاف هو. شايد هو هر، قسم جي ذخيري اندوزيءَ جي خلاف هو. اهوئي سبب آهي جو ايڏي ساري خريداريءَ جي باوجود وٽس ڪا خاص لائبريري يا ڍنگ سان پيل ڪتابن جو ذخيرو نه هو. هڪ ڀيري هن پهرن جي مانيءَ جي دعوت ڏنائين. مون چيو: "آءٌ توهان جي گهر ماني کائڻ ته خوشيءَ سان اينلس پر هڪڙو شرط آهي ته آءٌ توهان جي لائبريريءَ مان پنهنجي پسند جا ڪتاب پڙهڻ لاءِ کڻندس." خوشي سان منظور ڪيائين. سندس گهر پهچي مون لائبريريءَ

جي ڳولا ڪئي، پر مون کي سمورو گهر ڏسڻ کان پوءِ به لائبرريءَ نالي ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ ڪانه آئي. مختلف ڪمرن جي ڏار ڏار ڪنڊن ۾، ڪٿن تي يا ڪٻٽن جي اندر ڪي ڦاٽل رسالا ۽ ڪجهه ڪتاب نظر آيا. انهن ۾ هڪڙو ڪتاب مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪٿا جي ٻنهيءَ جلدن جو سنڌي ترجمو مون ڪنيو. ٻيو ڪوبه ڪارائتو ڪتاب ڪونه هو جڏهن مون مايوسيءَ جو اظهار ڪيو تڏهن چوڻ لڳو: "سڀ ڪتاب ماڻهو ڪڏهن ويا ڪا شيءِ سانڍي رکڻ ۽ ذخيرو ڪرڻ آءُ سکيوئي ڪونه آهيان."

پئسو ڪيئن ڪمائجي، هر وقت اها ئوري لڳل هوندي هئي. هي ڪم ڪيو. ان مان هيترا پئسا ملندا. هن ڪتاب مان هيترو نفعو ملندو. فلاڻن کي فلاڻي، جماعت، پارٽي، ملڪ هيترا پئسا ڏين ٿا. جيڪڏهن ڪنهن پارٽي جي ٻن ڪارڪنن ۾ اختلاف پيدا ٿيو ته ڏيپلائيءَ جو تبصرو هوندو هو ته پئسن تي ٺهي نه سگهيا، نتيجي طور ڏار ٿي ويا. جيڪڏهن خبر پئجي ويئي ته يونيورسٽي جي وائس چانسلر ۽ رجسٽرار ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا آهن ته هڪدم چئي ڇڏيندو هو ته، معاملو پئسن جو آهي.

ان سڀڪجهه هوندي به ڳالهه وري به اچي اتي کٽي ته پئسو گڏ ڪرڻ، سانڍڻ، يا سرمايه ڪاري ڪرڻ، جايون ٺهرائڻ هن جي طبيعت جي ئي ابتڙ هو. پئسو آيو ناهي ويو ناهي. ان پئسي تي لعنت آهي جيڪو

ڏيپلائيءَ جي ڪيسي ۾ آرام ڪري. پريس تي ڇپائي جو ڪم جيڪو ٿيندو هو، تنهن جا پئسا ڪمپازيٽر، اخبار جو ايڊيٽر، مشين مين ۽ ٻيو عملو ڪاٽي ويندو هو. مرحوم ڪڏهن به صحيح حساب ڪتاب نه ورتو ۽ نه ئي وري ڪنهن اشراف صحيح حساب ڪتاب ڏنو. سموري پريس ۽ اخبار ان طريقي سان تباهه ٿي ويئي. پڇاڙي عمر ۾ ته پريس مان رڪشا جو ڀاڙو به ڪونه نڪرندو هو. اهو وري به شڪر ٿيو جو اولاد کي پڙهائي ورتائين ۽ اولاد فرمانبردار ٿيو. جيتوڻيڪ هڪڙيءَ ڌيءَ کان سواءِ ڪنهن به ٻار کي علمي يا ادبي دلچسپي يا شوق رتيءَ برابر نه آهي.

١٩٧٦ع ۾ سنڌ جي صوبائي حڪومت ڏيپلائي صاحب کي ”شيخ المشائخ“ ڪتاب لکڻ ۽ ڇپائڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيو. چو ته اهو ڪتاب سرهندي پيرن جي خلاف هو ۽ ان وقت جي صوبائي حڪومت جو سربراهه مسٽر جتوئي، سرهندي پيرن جو مريد هو. گرفتاريءَ کان پوءِ سنڌ جي هن عظيم اديب ۽ دانشور کي جيل جي ”سي“ ڪلاس ۾ رکيو ويو. ڏيپلائيءَ جي گرفتاريءَ کان ترت پوءِ، آءٌ به ڏيپلائي جي پريس تان گرفتار ٿيس. ڏيپلائي جلدي آزاد ٿي ويو، پر منهنجي قيد جي مدت وڇوڙي جي رات وانگر ڊگهي ٿيندي ويئي. هڪ ڏينهن آءٌ سنڌ اسپيشل ٽربيونل ۾ ويٺو هوس پوليس جي پهري هيٺ شنوائيءَ جي انتظار ۾، ته ڏيپلائي صاحب

اچي نڪتو. ڏاڍي اڪير ۽ محبت سان مليو. ڪجھ فروٽ آندو هئائين. ويٺي ويٺي سنلس جيل ۾ رهڻ وارن ڏينهن جا احوال ٻڌائيندو رهيو. چيائين، ڪالھ جتوئي ۽ سان مليو آهيان، ڏاڍي مزيدار ڳالھ ٿي. جتوئي ۽ چيو ”ڏيپلائي صاحب مون کي افسوس آهي جو منهنجي حڪومت ۾ توهان کي ڪجھ ڏينهن ”سي“ ڪلاس ۾ رهڻو پيو، غلطي ٿي ويئي، اڳتي لاءِ اوهان کي ”بي“ ڪلاس ملندو.“ تہ مون هڪدم جواب ڏنو: ”جتوئي صاحب اوهان فڪر نہ ڪريو اسان ڪان اهڙي غلطي نہ ٿيندي اوهان کي هڪدم ”اي“ڪلاس ڏينداسون“. جتوئي حيران ٿيندي چيو: ”ڏيپلائي صاحب ڇا چئي رهيا آهيو.“ ورائيم: ”جيڪي ڪجھ اوهان چيو ان جو جواب ڏيئي رهيو آهيان.“ اتي جتوئي کي احساس ٿيو تہ پاڻ غلط ڳالهائي ويو آهي. پوءِ ڳالھ کي ٽوڪ ۾ ٽاري ڇڏيائين.

اهڙي جرئت ۽ حاضر جوابي وري ڪنهن دانشور ۾ هوندي. جيتوڻيڪ اهڙي ڳالھ پروٽوڪول جي خلاف آهي. پر پروٽوڪول جي پابندي ٻنهي ۽ طرفن ڪان ٿيڻ گهرجي. سنڌ جي جاگيردار جي اها ذهنيت رهي آهي تہ، هو نہ ڪنهن ٻئي انسان جي حيثيت ڏسندو آهي نہ وري عزت سڃاڻندو آهي. اهڙي ذهنيت واري جاگيردار کي اهڙوئي جواب ملڻ گهرجي جهڙو ڏيپلائي صاحب ڏنو.

اڄ هو اسان ۾ نہ رهيو آهي، مون ڏٺي سندس قبر جي بہ خبر ناهي. پر سندس فڪر ۽ فن تي هڪ اهڙي ٽولي قبضو ڪيو آهي، جيڪو ادب ۽ فن کي مقصد ۽ معنيٰ ڏيڻ جو منڪر آهي. جيڪو اديب کي صفا غير جانبدار بنائڻ جو حامي آهي. جنهن جو خيال آهي تہ اديب کي ماڻهن ۽ ملڪي مسئلن کان ائين ٿهڻ گهرجي، جيئن ڀهراڙي جي عورت، پنهنجي مڙس جي نالي وٺڻ کان ٿهندي آهي. اهڙو سست ۽ ماڻهن کان وڇون ويندڙ ٽولو، اڄ اهڙي انسان جي فڪر ۽ فن جو وارث بڻيو آهي، جنهن انسان پنهنجي ڌرتي ۽ ان جي فرزندن جي ڏکن ۽ سورن ۾ سدائين ڀاڱ کي سلهاڙيل سمجهيو ۽ انہ سلسلي ۾ کيس بہ قربانيءَ کان ڪين ڪيٻايو. سنڌ جي قومي تحريڪ سان سندس لاڳاپي جو ان کان وڌيڪ ڪهڙو ثبوت هوندو جو سموري سنڌ مان ڏيپلائي واحد اديب هو، جنهن محترم جي. ايم سيد جي شخصيت تي ٿيندڙ حملن جو پنهنجي نالي سان منهن ٽوڙ جواب ڏنو، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سائين جي. ايم سيد جي سالگرهہ جي جلسي ۾ شريڪ ٿي پنهنجو مؤقف ۽ نقطہ نظر وڏي جرئت سان پيش ڪيو. ان ريت هن سنڌ، سنڌي عوام ۽ سنڌ جي قومي تحريڪ سان پنهنجي مڪمل طرفداريءَ جو مظاهرو ڪري ڏيکاريو.

ڏيپلائيءَ سان ١٩٧٨ع ۾ پاڪستان نيشنل سينٽر ۾ شام ملهائي ويئي. ان موقعي تي مون بہ تقرير ڪئي

جيڪا يادگيري طور هتي ڏيئي رهيو آهيان:

”آءٌ پرائمري اسڪول ۾ پڙهندو هوس. جڏهن ڪورس جي ڪتابن کان سواءِ ٻيا ڪتاب پڙهڻ سکيس ته مون کي ياد آهي، جيڪي ڪتاب ڀرين ڀرين منهنجي مطالعي هيٺ آيا، سي سنڌي زبان جي سدا بهار اديب ڏيپلائيءَ جا هئا. جن منهنجي ننڍڙي ذهن تي پير پرستي، وهم پرستي ۽ وڏيرا شاهيءَ جي خلاف ابتدائي نقش چٽيا ۽ منهنجي سوچ، جي لاڙن کي سماج ۾ موجود هاڃيڪار قدرن جي خلاف بغاوت ڏانهن موڙيو. گويا آءٌ ڇٺي سگهان ٿو ته:

’ازل ارضِ ءِ مهن جلدي ترابها‘ - اها ڀرين زمين آهي جنهن جي مٽيءَ منهنجي جسم کي ڇهيو“.

وقت گذري ويو آهي. حالتن ۾ بي پناهه اٿل پٿل آئي آهي. اهي جايون ذري گهٽ ڊهي ويئون آهن، جن ۾ ويهي مون ابتدائي سبق پڙهيا هئا، معصوم دور جون معصوم غلطيون ۽ مٺڙيون حرڪتون، گناهه ۽ ثواب جي تصور کان خالي ڪيترا ٿي ٺهڪ ۽ ڳوڙها نه معلوم ماضي، مرهيات جي کهڙيءَ ڪنڊ ۾ مينهن وساڙن وانگر مند ملهار جو انتظار ڪندا هوندا. پر ڏيپلائيءَ جي ڪتابن منهنجي ذهن تي جيڪي چٽ اڀاريا هئا سي، اڄ به ائين ياد آهن، جيئن ڪنهن وينگس کي زندگيءَ جي ڀرين پيار ۽ جوانيءَ سان ڀرپور چمي ياد رهجي ويندي آهي.

اسڪولي دور ۾ جڏهن ڏيپلائيءَ جا ڪتاب مون پڙهيا هئا، تڏهن مون کي ڏيپلائيءَ جي باري ۾ ڪائبه خبر ڪانه هئي. پر اڄ جڏهن آءٌ سنڌي زبان جي افسانوي ادب جي هماليه جي موجودگيءَ ۾ ڳالهائي رهيو آهيان. تڏهن مون کي ان جي تاريخ جاگرافيءَ جي پوري ڄاڻ آهي ۽ آءٌ پاڻ کي خوش قسمت ٿو سمجهان ته ڏيپلائي به ان ضلعي جو رهاڪو آهي، جنهن ضلعي جو آءٌ رهاڪو آهيان ۽ ضلعو ٿرپارڪر ئي آهي، جنهن جي واريءَ جي ذري ذري کي پٺائي پنهنجيءَ شاعري ۾ آڻي لافاني بڻائي ڇڏيو آهي. اهو ضلعو سنڌ جي سيني ضلعن کان پکيڙ ۾ وڏو آهي ۽ ڏيپلائي جيتري ڪاغذ تي لکيو آهي، سو جيڪڏهن گڏي پکيڙيو وڃي ته آءٌ يقين سان چئي سگهان ٿو ته ان جي مجموعي پکيڙ ٿرپارڪر ضلعي جي پکيڙ کان وڌي ويندي. اوهان چئي سگهو ٿا ته ايتري ڪاغذ تي هڪ عريضي نويس به لکندو آهي. عرض انهيءَ لاءِ اهو ڪندس ته عريضي نويس جو ڪاغذ ٽشو پيپر واري حيثيت وارو رهندو آهي ۽ ڏيپلائي جيڪي ڪجهه، جيتري ڪاغذ تي گهرائيءَ سان، اثرانداز ۽ انقلابي گيت کان وڌيڪ جذبو ۽ عملي اتساهه پيدا ڪندڙ ثابت ٿيو آهي. آءٌ هي به دعويٰ سان ٿو چوان ته، سنڌي زبان جو ڪوبه افسانوي ادب تخليق ڪندڙ اديب ڏيپلائي کان وڌيڪ سنڌ ۾ ڇاتو سڃاتو ڪونه ٿو وڃي ۽ نه پڙهيو وڃي ٿو. جڏهن به ڪو

پڙهندڙ ڏيپلائيءَ جو کو ڪتاب وٺي ٿو، ان وقت
کيس پڪ هوندي آهي ته هن ڪتاب ۾ ضرور سادي
۽ سلوڻي انداز ۾ لکيل ۽ چٽيءَ طرح ڪنهن مسئلي
جي بامقصد طريقي سان اپٽار ڪيل هوندي. اهو سبب
آهي جو ڏيپلائي سنڌ ۾ اديب سان گڏ مذهبي مصلح ۽
سماجي انقلابيءَ جي حيثيت سان پڻ چاتو سڃاتو وڃي ٿو.

هر اديب جن مسئلن ۽ مونجهارن تي لکندو آهي،
تن سان ڪي مقامي نوعيت جا هوندا آهن ته ڪي
عالمي، ۽ عالمي مسئلا به مقامي مسئلن جي حوالي سان
ان اديب جي تخليقن جا موضوع بڻبا آهن. انهيءَ حوالي
جي روشنيءَ ۾ اسان چٽي سگهون ٿا ته، ڏيپلائي هڪ
عالمي اديب آهي. عالمي اديب جو مان اهو هرگز ناهي
ته هن جي شهرت پوري دنيا ۾ هجي، پر عالمي اديب
جو مان اهو هئڻ گهرجي ته هن سموري انسانذات جي
ڏکن ۽ مونجهارن، انهن جي سببن ۽ انهن کي ختم
ڪرڻ جي طريقن سان پاڻ کي ڪيتريقدر ڳنڍيو آهي،
۽ انهيءَ هيڪاندي ڏکايل انساني برادريءَ جو پاڻ کي
ڪيتريقدر فرد سمجهيو آهي؟ آءٌ سمجهان ٿو جتي
به پير پرستي، وهم پرستي آهي. جن به ملڪن ۾
وڏيرن، جاگيردارن، سردارن، خانن، چوڌرين، سيٺين
۽ سرمايه دارن جي ڏاڍ جو گهاڻو پنهنجي پوري قوت
سان ڦرندو ٿو رهي ۽ جيڪي به قومون پرماريت،
سامراجيت ۽ قومي غلاميءَ جون شڪار آهن، ڏيپلائي

پنهنجي قلمي ۽ عملي جدوجهد کي انهن جي شاندار ۽ نيڪ سوچ ماڻيندڙ جدوجهد سان ملائي، پاڻ کي ان ڏکويل برادريءَ جو، پرجوش ميمبر ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. اهو ئي سبب آهي، جو اسان جي هن سگهاري ۽ ترقي‌پسند اديب جيڪو ادب تخليق ڪيو آهي، سو نه رڳو اڄوڪين حالتن ۾ سماجي شعور جي اوجر ۽ واڌاري جون ضرورتون پوريون ٿو ڪري، پر اهو اڳتي لاءِ عوام جي سماجي شعور ۽ ڏاهپ جي اوسر جو ذريعو پڻ ثابت ٿيندو. اهو شعور جيڪو نيٺ هن ڪائنات جي مادي ۽ فڪري تهن ۾ ڀونچال پيدا ڪندو. هن ڪچري سان ڀريل دوزخ تي هڪ خوبصورت ۽ سُهائيندڙ جنت تعمير ڪندو.

هڪ دوست چيو آهي ته ڏيپلائي ان ڪري عظيم آهي جو هن جو نالو لاهور ۾ ٺهيل مينار - پاڪستان تي اڪريل نالن جي لسٽ ۾ شامل آهي. جيڪڏهن ڏيپلائي جي عظمت رڳو اها آهي ته پوءِ ڏيپلائيءَ تي وڌيڪ ڪجهه ڳالهائڻ جي ضرورت ناهي، هلو، ته مينار پاڪستان تي سندس نالو ڏسي اچون ۽ ٿي سگهي ته، ان جو فوٽو ڪڍي، ڏيپلائيءَ جي گهر جي در تي لڳائي ڇڏيون. اسان پنهنجن اديبن کي آخر ڪڏهن سرڪاري لسٽن کان ٻاهر سندن ڪم ۽ فن جي بنياد تي ڏسڻ جا هيراڪ بڻباسين. هتي مون کي هڪ واقعو ٿو ياد اچي ته، هڪ ڀيري نيپولين بوناپارٽ، ڪنهن

بادشاهہ جي قبر تي ويو تہ، قبر تي ان بهادر بادشاهہ جي تلوار رکي هئي. نيپولين تلوار کڻي پنهنجي سيڪريٽري کي ڏني تہ کڻي هلي پئرس جي عجائب گهر ۾ رکنداسون. سپاهي حيران ٿيندي چيو تہ: ”جيڪڏهن مون کي اهڙي تلوار ملي ها تہ، آءٌ جيڪر، اها پاڻ کان جدا نہ ڪريان ها، ڇو تہ ماڻهو مون کي ان تلوار جي ڪري عزت ڏين ها.“ ان تي نيپولين چيو تہ: ”مون وٽ منهنجي تلوار ناهي ڇا؟ آءٌ چاهيان ٿو تہ ماڻهو مون کي، منهنجي تلوار جي ڪري عزت ڏين ۽ آءٌ پنهنجي تلوار جي وسيلي سڃاتو وڃان.“

سو ادا، ڏيپلائي ان قلم جي ڪري عظيم آهي جنهن قلم، پير پرستي، وهم پرستي، وڏيرا شاهي ۽ سنڌ دشمنيءَ جي قلعن ۾ ڏار وڌا. نہ ان قلم جي ڪري، جنهن مينار پاڪستان تي سنڌس نالو لکيو.

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

آءُ سموري سنڌ گهميو آهيان. ننڍي ڪنڊ جي تاريخ جي به ڪي قدر ڄاڻ اٿم. جنهن جي وسيلي بيشمار سياسي، ادبي، علمي ۽ انقلابي شخصيتن سان واقفيت ٿي آهي. پر هي حقيقت آهي ته، جيڪڏهن آءُ موهن جي دڙي جي مٽيءَ جي پيدائش، حيدر بخش جتوئيءَ کي نه ڏسان ها ۽ نه پڙهان ها ته جيڪر نئين سنڌ جي، نئين فڪر جي، پوريءَ ريت ڄاڻ کان محروم رهجي وڃان ها.

حيدر بخش جتوئيءَ جو ذڪر ڪندي مشهور اديب شورش ڪاشميري لکيو آهي ته: ”جيل جي زندگيءَ ۾ ڪامريڊ جتوئيءَ جهڙو بهادر ۽ شريف انسان مون تمام گهٽ ڏٺو آهي.“ شورش جي ملاقات، ڪامريڊ سان ڪراچيءَ جيل ۾ ٿي هئي، جڏهن ٻئي اتي، ايوبي آمريت جي آخري دور ۾ گڏ هئا. ڪامريڊ لاءِ اهو ڏکو قيد، گهڻو ڪري آخري ڏکو قيد ثابت ٿيو ۽ هو جڏهن ڪراچي جيل مان آزاد ٿي حيدرآباد پهتو، تڏهن حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تي هزارين ماڻهن سندس شاندار استقبال ڪيو. انهيءَ استقبالي هجوم ۾ آءُ به هڪ هوس، جتي مون، سنڌ جي هن عظيم ۽ لافاني انسان کي پهريون

پيرو ڏنو. جيل جي سختين سندس صحت کي جهوري وڌو هو. سندس ڳاڙهو رنگ پيلو ٿي ويو هو. سندس جسم ٽڪل پئي لڳو. مچ جيل جي موسم سندس جسم جو رت ۽ ست چوسي ڇڏيو هو. هو جهڙو موت جي دروازي تان موٽيو هو. پوءِ به هن جي هٿ ۾، ايوبي آمريت جي موت ۽ ون يونٽ جي خاتمي جو پروانو هو. سندس خوبصورت چهري تي سفيد گهاٽا شهپر، روايتي سنڌي جوڙي جا اهڃاڻ ڏيئي رهيا هئا، ته نگاهن ۾ وري آخري فتح جا ڪرڻا جرڪي رهيا هئس. هن ريلوي پليٽ فارم تي ڪابه تقرير ڪانه ڪئي. رڳو ايترو چيائين ته سڀ کان پهرين سنڌ جي آزاديءَ جي شهيد هوشوءَ جي قبر تي هلبو. هزارين ماڻهن جو هجوم ڪامريڊ جي اڳوائيءَ ۾ هوشوءَ جي قبر ڏانهن راهي ٿيو. قبر تي هن رڳو ايترو چيو ته: ”هوشو! ڏس تنهنجا وارث جاڳيا آهن. هاڻي نئين دور جو ڪوبه نيپئر، سنڌ کي غلام رکي نه سگهندو....“ اهو پهريون پيرو هو جو مون ڪامريڊ کي جيل کان آزاد ٿي، سنڌ جي آزاديءَ جي شهيد هوشوءَ جي قبر تي سيس نوائيندي ڏٺو.

ٻيو پيرو ڪيس بسنت هال ۾ هوشو - ڏينهن جي صدارت ڪندي ڏٺم. اتي هن ڪيترائي شعر پڙهيا جن ۾ سندس گهرواريءَ تي نهيل شعر ”مصطفيٰ ماءُ“ به هو .... شعر پڙهڻ وقت سندس خوبصورت چهري تي سدا بهار معصوميت ۽ ڪڏهن به مات نه کائيندڙ مرڪ

هئي. هن هڪ انقلابيءَ جي ديانت، سچائيءَ ۽ پوري انقلابي اخلاق سان پنهنجي گهرواريءَ جي ساٿس گهاريل گهڙين جي پرلطف ڪيفيت جي ساراهه پئي ڪئي. ماڻهن جا ٽهڪ هئا. نعرا هئا. بي پناهه عقيدت هئي. سموري سنڌ جي سگهه، سياڻپ ۽ ساڃاهه سندس سامهون هئي. هن جي سامهون گلاب جي پنکڙين جهڙيون نازڪ نازيون هيون. لوهي لٺن وارا اڙٻنگ هاري هئا. دونهاٽيل جسمن وارا پورهيت هئا. ڦاسيءَ جي رسن کي چميون ڏيئي نعرا هڻندي موت جي منهن ۾ ويندڙ انقلابي قوم پرست هئا. رڳن ۾ رت سان رابيل پوکيندڙ سنڌي ڪميونسٽ، اديب، دانشور ۽ شاعر هئا. پنهنجي شاعريءَ سان دوکي جي ديوارن ۾ ڏار وجهندڙ شيخ اياز هو. سدا بهار شاعري ۽ خوبصورت آواز سان سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب کي نئون شعور ۽ وجدان بخشيندڙ نياز همايوني هو. فن خطابت کي پنهنجي حڪم تي هلائيندڙ ۽ ماڻهن جي دلين ۾ سنڌيت جا مچ مچائيندڙ حفيظ قريشي هو. سنڌي زبان جي سدا بهار جوڀن سان، سنڌ جي سرزمين تي، سونهن جا سلا پوکيندڙ، رسول بخش پليجو هو. پر سڀ ڪامريڊ جتوئيءَ جي عظيم جدوجهد ۽ بي پناهه فڪري پختگيءَ سامهون ٻارن وانگر ادب سان ويٺا هئا. حقيقي معنيٰ ۾ ڪامريڊ جي عظمت ته انهيءَ جلسي ۾ چلڪي ۽ چمڪي پئي. ڪو به اهڙو ماڻهو اتي موجود نه هو جنهن جو سيس سندس عظمت اڳيان جهڪيل نه هجي.

ون يونٽ جي خلاف سنڌي نوجوانن ڳاڙهي ڪاٽي چوڪ ۾ بک هڙتال ڪئي، اتي ماڻهن جا ميڙا هوندا هئا، جيڪي بک هڙتالي شاگردن کي آفرين ڏيڻ ۽ گلن جا هار پارائڻ ايندا هئا. هڪ ڏينهن آءٌ به اتان وڃي نڪتس. ماڻهو مختلف مسئلن تي شاگردن کان سوال پڇي رهيا هئا. اينتري ۾ ڪامريڊ جتوئي به اتان اچي نڪتو. اها ساڳي معصوميت، مرڪ، سادگي ۽ شرافت. سندس نرم چهرو، مرڪندڙ اکين ۾ محبت جي چمڪ. هي لازوال معصوميت وارو ماڻهو، بک هڙتالي شاگردن سان رلي ملي هڪ تي ويو. شاگردن ۽ ٻين عام ماڻهن، کانئس پاڪستان ۾ ان وقت هلندڙ، جمهوري جدوجهد جي باري ۾ عام طرح ۽ پيپلز پارٽيءَ جي متعلق، خاص ڪري انيڪ سوال پڇيا. هن انتهائي ڌيرج سان، پاڪستان ۽ سنڌ جي ٻاهمي توازن جي روشنيءَ ۾ جواب پئي ڏنا. پيپلز پارٽيءَ جي باري ۾ سندس رويو ٻنهه سخت هو. سندس چوڻ هو ته: ”اسان کان وڌيڪ ڪير جمهوريت پسند آهي ۽ ڪنهن اسان کان وڌيڪ جمهوريت لاءِ جدوجهد ڪئي آهي؟ اسان ان وقت سنڌ جي عوام ۽ ان جي ذريعي ٻين قومن جي عوام لاءِ جمهوري حق حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ڪئي، جڏهن اڄوڪي ليڊرشپ، ٻرن ۾ لڪي پئي هئي. اصلي مسئلو هي آهي ته انهن پارٽين وٽ قومي حقن لاءِ ڪا به گنجائش ناهي. جنهن پارٽي، جنهن تحريڪ، جنهن تنظيم

جي پروگرام ۾ مظلوم قومن جي حقن لاءِ گنجائش نہ هجي، انهن پارٽين، تحريڪن ۽ تنظيمن لاءِ حيدر جي دل ۽ دماغ ۾ ڪابہ گنجائش ناهي. باقي جيستائين پيپلز پارٽيءَ جو سوال آهي تہ ان جو ليڊر بہ کهڙي ۽ قاضيءَ جي صف ۾ شامل آهي.

هي پنا، کهڙا ۽ قاضي،
وڪڻي سنڌ، ٿيا راضي.

۽ پيپلز پارٽي ئي آهي جيڪا اهڙو ٿانوَ ثابت ٿيندي، جنهن ۾ چور ۽ پاڳٽي، ڦريل ۽ ڦورو، ظالم ۽ مظلوم کي گڏ ڪارايو ويندو ۽ ان جي ذريعي سنڌ کي رضاڪارانہ طور، چوڪنيو بڌي، پنجاب جي جهوليءَ ۾ اڇلايو ويندو. پيپلز پارٽيءَ جي اڳواڻن وٽ سنڌ جو ڪوبہ تصور ناهي ۽ جنهن وٽ سنڌ ناهي، ان سان منهنجو واسطو نہ آهي.“

اڄڪلهہ باغيءَ جو هڪ شعر پڙهو ڳايو وڃي.

جي جيون تو ۾ سنڌ نہ آ،
پوءِ منهنجي تو کان دوري آ.

ڪامريڊ جي جيون ۽ نظرئي جي صحيح عڪاسي، انهيءَ شعر کان وڌيڪ مختصر لفظن ۾ ٻي ڪاٿي نہ ٿي سگهي.

آءٌ زاهد پريس تي نوڪري ڪندو هوس. مون پريس جي مالڪ مولانا محمد زاهد کي چيو تہ: ”آءٌ

ڪامريڊ جتوئيءَ جي جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ چاهيان ٿو
مون کي موڪل ڏني وڃي.“ اتي هڪ ڪاتب ويٺو
هو جنهن چيو، دهريي جي جنازي ۾ وڃي ڇا ڪندين؟
مولانا زاهد ڪاوڙجي ڪاتب کي چيو: ”بڪواس نہ
ڪر: جتوئيءَ سڄي حياتي پنهنجي قوم ۽ مظلوم ماڻهن
جي خدمت ڪندي گذاري ڇڏي. ان کان وڌيڪ ٻيو
ڪهڙو مسلمان ٿي سگهي ٿو.“ حيدربخش کان وڌيڪ
پنهنجي قوم سان وفادار ۽ پيار ڪندڙ ماڻهو منهنجي
نظر مان ڪونہ گذريو آهي. تون وڃ وڃي حيدربخش
جي پوين رسمن ۾ شريڪ ٿي:“.... آءٌ جتوئيءَ جي
آخري رسمن ۾ شريڪ ٿيس. گاڏي کاتي چوڪ مان
(هاڻي حيدر چوڪ) سندس جنازو ان جاءِ مان روانو
ٿيو جيڪا جاءِ اڄ صديءَ تائين سڄي سنڌ ۾ گونجندڙ
هاري حقدار جي نعري جو مرڪز رهي هئي ۽ ان جاءِ
جو آڳر ان وقت قومي جدوجهد جي بهادرانہ ڪاروايُن
جو مورچو بڻجي چڪو هو.

مون کي خبر نہ هئي تہ سندس آخري آرام گاهہ
ٿيڻ جي خوش نصيبي ڪهڙي سر زمين کي حاصل ٿيندي.
مون غالباً عمر شوري کان پڇيو تہ: ”ڪامريڊ کي ڪٿي
دفن ڪندا،“ عمر مون کي ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو
۽ آءٌ ماٺ ميٺ ۾ جنازي سان هلندو رهيس.

سائين جي-ايم-سيد، خيربخش مري، اڪبر بگٽي ۽
ٻيا انيڪ ماڻهو جنازي جي جلوس ۾ شريڪ هئا، جلوس

سنڌو وچي غلام‌شاه ڪلهوڙي جي مقبري جي صدر دروازي ۾ داخل ٿيو. اتي خبر پيئي ته: ”ڪامريڊ وصيعت ڪئي هئي ته مون کي غلام‌شاه جي مقبري جي احاطي ۾ دفن ڪجو“. جلوس اندر هليو ويو ۽ آءٌ مقبري جي مکيه دروازي جي سامهون بيهي رهيس. منهنجي سامهون ڪڏهن غلام‌شاه جي تصوير اڀري ٿي ته ڪڏهن حيدربخش جتوئي جو روشن چهرو آيو ٿي. غلام‌شاه آزاد، آباد، پاڻ ڀري ۽ خوشحال سنڌ جو آخري حڪمران، پنهنجي عام (روايت مطابق). ۽ حيدربخش جتوئي سنڌ جي آجپي، آزادي، پاڻ ڀلائيءَ لاءِ سچي عمر وڙهندڙ.

مون ڀوريون ڀيرو حيدربخش جتوئيءَ کي جنرل هوش محمد شهيد جي قبر تي سيس نمائيندي ڏٺو هو. ۽ اڄ غلام‌شاه ڪلهوڙي جي پرسان دفن ٿيندي ڏٺو. هوشو، جنهن نعرو هنيو هو ته ”مرسون مرسون پر سنڌ نه ڏيسون“. اهو نعرو هٿندي ساٿريومڇ تان پلهار تي ونو هو. ان جي قبر تي سنڌ جو هي سرڪش، باغي ۽ هٺيلو ۽ انقلابي، سيس نمايو بيٺو هو. ٻنهيءَ ۾ رڳو سنڌ مشترڪ هئي.

غلام‌شاه، جنهن سنڌ جي آزادي ۽ آبادي لاءِ وڙهندي ڪڏهن به گهوڙي جي پٺ تان هنو هيٺ نه لاٿو. اڄ ان جي مقبري ۾، شاهي تخت ۽ تاج کي ٺوڪر سان اڏائيندڙ، هڪ انقلابي فقير دفن ٿي رهيو هو. هڪ بادشاهه، ٻيو فقير، هڪ اڻ ٻڙهيل، ٻيو مارڪسي

فلسفي جو عالم، هڪ جاگيرداري نظام جو محافظ، ٻيو جاگيرداريءَ جو دشمن، هڪ پنهنجي چوڌاري امير ڪبير رکندڙ ۽ ٻئي جي چوڌاري هميشه بکيا ڏکيا هاري. ايڏي تضاد هوندي به ٻنهي ۾ هڪ شيءِ گڏيل هئي، جا ٻنهيءَ جو ورثو هئي، اها هئي سنڌ، سنڌي ماڻهن جي سنڌ.

حيدربخش هن سرزمين تي سنڌ جي صدين جي پيڙيل هاريءَ جي دل جي فرياد کي پنهنجي قلم ۽ ذهني پورهئي سان منظم ڪري "ويچاري" هاريءَ کي ان لائق بنايو ته هو، انگريزن جي پوکيل وڏيرا شاهيءَ جي ٻڙ تي زوردار حملا ڪري ۽ شايد سنڌ جي تاريخ ۾ شاهه عنايت شهيد کان پوءِ "سنڌ هاري ڪاميٽي" پهرين تنظيم هئي، جنهن جي جهنڊي هيٺ سنڌ جو هاري پنهنجن حقن لاءِ وڙهي سگهيو، جيلن ۾ وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، پنهنجي تنظيم جي حڪم هيٺ مرڻ ۽ شهادت ماڻڻ لاءِ اڳتي وڌيو.

هاري حقدار تحريڪ جي سلسلي ۾ جتي به هاري بغاوتون ٿيون، جتي به هارين جي هل چل هلي، جتي به هارين ڪارڻ قانونن تي سوچيون ماڻهون ۽ جتي به سنڌي هارين جو رت وهيو. اتي حيدربخش جتوئي پنهنجي پوريءَ قوت سان موجود رهيو. هارين جي سموري هلچل ۾ هن انتهائي انقلابي قوم پرست ۽ وطن دوست هجڻ جو اظهار ڪيو. مثال طور (١) سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۾ گهڻو ڪري سڀ ميمبر سنڌي هئا (٢) هن ڪڏهن

۾ ڪنهن آل پاڪستان پارٽيءَ يا تنظيم ۾ شموليت اختيار نہ ڪئي. وينديءَ ڪميونسٽ پارٽي ۽ مزدور ڪسان پارٽيءَ لاءِ ڪيس بار بار چيو ويو پر هو انهن ۾ شامل نہ ٿيو. (٣) جيتريقدر مون کي معلوم آهي تہ هو سي-پي جو ميمبر بہ نہ هو، نہ وري سي پيءَ ۾ ايتري صلاحيت هئي جو اها هيڏي پهاڙ جيڏي انسان، جنهن جي محنت جو ڦل سموري سنڌ ۾ هارين جي اٿاهہ جي صورت ۾ پڪڙيل هو، تنهن کي سنڀالي سگهي. (٤) حيدربخش گهڻي ۾ گهڻو جيل، سختيون ۽ مصيبتون سنڌ جي قومي مسئلي، ون يونٽ جي خاتمي لاءِ ڀوڳيون. (٥) هو هميشہ سنڌي زبان کي قومي زبان بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو. (٦) اهو حيدربخش جتوئي هو جنهن سڀ کان پهرين جيئي سنڌ جي نعري کي سياسي سطح تي مشهور ڪيو. انهيءَ سموري قوم پرستي ۽ وطن دوستيءَ جو نتيجو هو جو هو عظيم انسان دوست هو. هن جي مشهور نظم شڪوه ۽ ڊاڪٽر اقبال جي نظم شڪوه ۾ اسان کي انهيءَ جي نقطئہ نظر جو چٽو فرق نظر ايندو هو. اقبال جو شڪوه رڳو مسمان جي شڪايت ۽ فرياد تي ٻڌل آهي، جيڪا هو خدا سان ڪري ٿو پيو. پر ڪامريڊ جتوئيءَ جو شعر سموري انسان ذات جي خدا سان بغاوت آميز شڪايت آهي.

ڪامريڊ ۽ مجلس سائين جهڙي ڪجهہ سنڌي عوام لاءِ ۽ پاڻ اربيو سو سنڌ جي تاريخ ۾ نہ رڳو

ياد رهندو هو پر ايندڙ نسلن لاءِ رهنمائيءَ جو ڪردار ادا ڪندو رهندو. آءٌ ڪامريڊ جو ذڪر هن روسي الوداعي گيت تي ختم ٿو ڪريان.

— اوهان تباهه ڪن جنگ ۾ قتل ڪيا ويا،
ماڻهن جي آزادي ۽ باوقار جياپي خاطر.
اوهان پنهنجون حياتيون گهوريون ۽ قربان ڪيون،
اهو سڀ ڪجهه جيڪو اوهان کي پيارو هو.
رت ۽ ست چوسيندڙ جيل ڀوڳيا،
توهانکي زنجيرن ۾ جڪڙي ڏيهه نيڪالي ڏني ويئي.
۽ اوهان ٻنان پڇتاءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙجڻ قبول ڪيو،
ان ڪري جو اوهان اکيون بند ڪري نه سگهيا
پنهنجي ساٿين جي پيڙا کان.
ان ڪري به ته
توهان کي يقين هو
انصاف جي طاقت، تلوار جي طاقت کان وڏيڪ آهي.
اهو وقت اچڻ وارو آهي جڏهن
توهان جي گهوريل حياتيءَ جو حساب ٿيندو.
اهو وقت پري ناهي جڏهن ظلم فنا ٿيندو.
۽ ماڻهو عظمت ۽ آزاديءَ لاءِ اٿندا.
موڪلاڻي اي دوستو! واٽ توهان جي روشن آهي.
اهو اسان جو واعدو آهي.
اسان آخر تائين وڙهنداسين
آزاديءَ لاءِ خوشحاليءَ لاءِ ●

## محمد صالح عاجز

قرآن ۾ موت کي ”يقين“ چيو ويو آهي. يعني هڪ اهڙو ڪيفيتي اظهار جنهنجي واقع ٿيڻ ۾ ڪنهن به شڪ، وهم ۽ گمان جي ڪابه گنجائش باقي نه هجي. علمي طرح انهيءَ يقين کي هرڪو مڃيندو، سمجهندو ۽ اچاريندو رهندو آهي، پر اهو مڃڻ، سمجهڻ ۽ اچارڻ ائين هوندو آهي، جيئن ٻئي درجي ۾ پڙهندڙ ٻار سچل سرمست جو بيت ياد ڪري ڌهرائيندو رهي. البته انهيءَ يقين جو ڏک گهري پتر وانگر احساساتي دنيا جي شيشي تي ان وقت لڳندو آهي، جڏهن انسان کان ڪا اهڙي شخصيت جدا ٿي وڃي، جنهن سان جذباتي ناتا ڳنڍيل هجن. جڏهن اهڙي شخصيت جي ٻاري ۾ اهو يقين ٿي ويندو آهي ته ڪيس اسان ورۍ، ڪڏهن به ڏسي نه سگهنداسون. ان وقت جذباتي دنيا ۾ اهڙو زلزلو پيدا ٿي ويندو آهي. جيڪو ذهن ۽ دماغ جا سمورا ڪاڪ محل ڍاهي وجهندو آهي ۽ انسان هيڏي ساري ڪائنات ۽ ان جي هل چل ۾ پاڻ کي اڪيلو، بيوس، مايوس ۽ اداس سمجهندو آهي ۽ ڪيس اهو احساس هيڪاري وڌيڪ ستائيندو آهي ته، انسان جي حياتيءَ جي ڏينهن کي موت جو ڪارو ڪانء آن جي داڻن وانگر چڳيندو ٿو اچي.

محمد صالح عاجز جي وفات جي خبر ٻڌي مون
تي ٻه متضاد قسم جي ڪيفيت طاري ٿي ويئي. ڇو ته
هن جي شخصيت سان ڪيترن ئي سببن ڪري منهنجي
جذباتي وابستگي هئي. هڪ ”قلندر“ صفت انسان هو،
جنهن جي هن ڪائنات ۾ پنهنجن ظرين کان سواءِ ڪابه
دولت نه هئي. هو وڏو بهادر ماڻهوءِ هو، جنهن جو
ڪنڌ وقت جي ڪنهن به لات ۽ منات اڳيان نه جهُڪيو
هو جنگ آزاديءَ جو عظيم ۽ بيغرض مجاهد هو. جنهن
جوانيءَ جون ڪيتريون بهارون ۽ امنگن ڀريا سال، برطانوي
سامراج جي جيلن جي حوالي ڪري ڇڏيا ۽ اهي ڏونگرن
جهڙا ڏينهن ۽ رڇن جهڙيون راتيون آزاديءَ سان سندس
عشق کي اجهائي نه سگهيا. هو سنڌ جي تاريخ جو
وڏو عالم هو. جنهن کي سنڌ جي تاريخ ۽ ان سان
لاڳاپيل مقام، ماڳ، هنڌ، ڀيچرا، ڳٺ، گهيڙ، دريا
جا وهڪرا ۽ بندر، بر زبان ياد هئا. هو لطيف جي شاعريءَ
۾ آيل سموري جاگرافيءَ جو حافظ هو ۽ اها سڀ ڌرتي
سندس لاءِ هٿ جي ترئيءَ وانگر هئي. هو بهترين اديب،
سٺو نقاد، شعله بيان مقرر ۽ اڻ ٿڪ محقق هو. هن
جي سنڌ جي تاريخ تي ڪيل تحقيق، وسيلن جي اڻاٺ
۽ منفرد نقطهءِ نظر سبب ڇپجي عوام جي سامهون اچي
نه سگهي آهي ۽ خبر ناهي ته اهو قيمتي سرمايو ۽
امانت هاڻي هٿ به اچي سگهي يا نه، جيڪڏهن
اها تحقيق وقت سر ڇپجي ميدان ۾ اچي ها ته ڪيترن

دستاربند مؤرخن جون پڳون لهي وڃن ها ۽ ڪيترن تاريخ جي اجاريدارن جا دڪان بند ٿي وڃن ها. ايڏي وڏي علم ۽ تحقيق هوندي به هن وٽ هر انهيءَ عالم، اديب ۽ فنڪار جو بي پناهه قدر هو، جنهن هن سرزمين ۽ ان جي عوام لاءِ ٿورو ڪجهه به ڪيو آهي. هو تاريخ جي معاملي ۾ پير حسام الدين سان ڪيترين ڳالهين ۾ اختلاف رکندي به سندس عقيدتمند ۽ مداح هوندو هو. خود پير صاحب مرحوم به عاجز جي ڄاڻ ۽ علم جو معترف هوندو هو. پير صاحب هڪ ڀيرو، غالباً پوين ڏينهن ۾ آچ ڪئي هئي ته "اچو مون وٽ اچي رهو ته گڏجي سنڌ جي تاريخ تي رهيل ڪم کي اڪلائڻ جي ڪوشش ڪريون." پر افسوس جو هنيءَ کي دير ٿي چڪي هئي.

عاجز برصغير جي آزاديءَ واري هل چل ۾ پاڻ خود شريڪ رهيو ۽ جنهن وقت "هيمون ڪالاڻيءَ" کي ڦاسي ڏني پئي ويئي، ان وقت هو به سکر جيل ۾ موجود هو. ٻي مهاڀاري لڙائي ڇڙڻ کان پوءِ سنڌ ۾ هندستان جي بچاءَ وارن قانونن جو پهريون قيدي محمد صالح عاجز هو. ترپوره واري مشهور ڪانگريس جي گڏجاڻيءَ ۾ محمد صالح عاجز هڪ سنڌي ڪائونسلر جي حيثيت ۾ شريڪ ٿيو هو ۽ سباش چندر بوس کي ووٽ ڏنو هئائين.... هو پنهنجي حياتيءَ ۾ ننڍي کنڊ جي گهڻو ڪري سڀني چوٽيءَ جي ليڊرن سان ملي چڪو هو ۽

آزاديءَ جي جنگ جي معلومات جي سلسلي ۾ هو گهمندڙ ڦرندڙ انسائيڪلوپيڊيا هو. سنڌ ۾ ڪانگريس جي ڪردار، مسلم ليگ جي روش، هتي جا ڪانگريسي ڪارڪن ۽ انقلابي ليڊر، حر تحريڪ، عالمن جون ڪوششون ۽ قربانيون، بزرگ امروٽيءَ جي تحريڪ، ڪميونسٽ پارٽي ۽ ان جا ڪارڪن. اهي سڀ موضوع ڪو ويهي عاجز کان ٻڌي. اهڙا واقعا ۽ نقطا جن جو رازدان صرف عاجز هو، سو سڀ ساڻس گڏ هميشه هميشه لاءِ دفن ٿي ويا. هڪ ڀيري ننڍي کنڊ جي آزاديءَ واري هلچل تي پوري شوق سان ڳالهائي رهيو هو. مرحوم عبدالحق عالماڻي، نياز همايوني ۽ آءٌ ڪيس مڪمل ڌيان سان ٻڌي رهيا هئاسين. اهڙا واقعا ۽ نقطا بيان ڪري رهيو هو، جيڪي اسان نه ڪٿي پڙهيا ۽ نه ٻڌا هئا. اهڙن ئي واقعن جي سلسلي ۾ هڪڙو واقعو ٻڌايائين ته:

"گانڌيءَ کي ننڍي کنڊ جون سڀ ٻوليون سکڻ جو جنون هوندو هو. آخري عمر تائين مختلف ٻوليون سکندو رهندو هو. آءٌ ١٩٤٥ع جي پڇاڙي ڌاري ساڻس مليس. مهاتما پڇيو "سنڌي آهين." وراڻيم "ها" چوڻ لڳو "شنڌي ڊاڍي مٺي ڀاشا آهي. آءٌ جيرامداس کان شنڌي شکي رهيو آهيان."

آزاديءَ جي تحريڪ تي ونس، ايڏو علم ۽ ڄاڻ هئا، جو جيڪر ويهي لکي ها ته هوند شورش ڪاشميري ۽

عبدالله ملڪ کان وڌيڪ سنو ۽ اعتبار جوڳو مواد، سنڌ واسين کي ملي وڃي ها. پر زماني جي ڦيرين گهيرين ۽ حالتن جي ناسازگاريءَ کيس واندڪائي نه ڏني جو اهي ڪم ڪري سگهي. آزاديءَ جي تحريڪ جا اهي مجاهد، جيڪي غير فرقيوارانه سياست کي مڃيندڙ هئا، سي ١٤- آگسٽ ١٩٤٧ع جي صبح جو پنهنجن پنهنجن بسترن ۽ گهرن ۾ غدار بڻجي ويا. اهو هو سرٽيفڪيٽ جيڪو آزاديءَ جي صبح تي هنن کي مليو. جنهن آزاديءَ لاءِ هو پنهنجي وقت جي سڀ کان وڏي سامراجي طاقت جي پهاڙ سان ٽڪر کائيندا رهيا. ڦاسين جي تختن تان واپس وريا، سڄي عمر موت جي دروازي جو ڪڙو کڙڪائيندا رهيا. اهو اهڙو صدمو هو، جنهن جي ڪري هو ذري گهٽ پنهنجو ذهني توازن وڃائي ويٺا. نتيجي طور هو نه آزاد ملڪن جي حڪمرانن سان ٺاهه ڪري سگهيا ۽ نه وري انگريز دور واري، پنهنجي ولولي کان ڪم وٺي سگهيا. هيڏي ساري ملڪ ۽ عوام جي هجومن ۾ هو سدائين پاڻ کي اڪيلو، تنها، اداس ۽ ويران محسوس ڪندا رهيا. انهيءَ اڪيلائيءَ، تنهائيءَ، اداسي ۽ ويرانيءَ هنن جي ذهني ۽ فڪري دنيا جهوري ۽ ڀوري ڇڏي. عاجز صاحب جي شخصيت به ڇڄ سدائين جهريل ۽ ڀريل نظر ايندي هئي. هڪ ڀيرو کانئس پڇيم: ”مولانا صاحب! ڇا ٿي پوڙها ٿي ويا آهيو؟“ جواب ڏنائين ”آءٌ ۽ منهنجا ساٿي ۽ ٻيا اسان جهڙا سوين ڪارڪن

هندوستان ۽ پاڪستان ۾ ١٩٤٧ع ۾ پوڙها ٿي چڪاسين.
اسان جون ڇيلهيون ڀڄي پيون. هاڻي جيڪو نقل ڪري رهيا آهيون. نه اهي ماڻهو آهن نه اهو ماحول، نه اهو خلوص آهي نه ولولو، نه وري انهن شين جي قدر ڪرڻ وارو ڪو.

وائي سيئي ويــام، وڻ منجهائين واسيا،
ڀَڙا هوت هٿام، جو سرهي سيج ڪري ويا.

پڇيم: "مولانا صاحب! مسلم ليگي چون ٿا ته اوهان ماڻهو مسلمانن جي خلاف هئا؟" چوڻ لڳو "بس يار! اسان شڪست کاڌل فوج جا سپاهي آهيون. شڪست کاڌل فوج جي سپاهين تي هر قسم جا الزام لڳندا آهن. باقي اسان نه مسلمانن جا مخالف هئاسين ۽ نه وري هندن جا دلال. اسان ته آزاديءَ جا عاشق هئاسين."

هڪ فنڪار کان پڇيو ويو ته "ڪنهن ڏهر کي باهه لڳي ۽ ان گهر ۾ هڪ معصوم ٻار به هجي ته هڪ فنپارو پڻ! تون ان گهر مان ڪنهن کي ڪڍندين؟" فنڪار وراڻيو هو ته: "باهه کي جيئن ٻار ۽ فن ٻئي سلامت رهي سگهن."

"نندي ڪند کي انگريز سامراجيت جي باهه وڪوڙي ويئي هئي ان ۾ هندو، فنپاري وانگر هو ته مسلمان، ٻار وانگر. اسان انهن ٻنهيءَ مان ڪنهن هڪ کي بچائڻ بدران انگريز سامراجيت جي باهه ختم ڪرڻ ٿي چاهي، جيئن هندو ۽ مسلمان ٻئي سلامت رهي سگهن."

اڄ آزاديءَ جي تحريڪ جو اهو مخلص ۽ سچو سپاهي اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي ويو. پڪ سان سندس عشق جي چڻنگ سلامت رهندي، سامراجيت جي خلاف ٻاريل سندس باهڙي ٽمڪندي ٽمڪندي ڪڏهن ڀنڀٽ بنبي ۽ ان جي آهاءَ ۾ ڪيترا مسافر پنهنجي منزل تي پهچندا.

اسان جي نسل کي خبر ني ڪاٿي ته هن سرزمين، هن سال ١٩٨٢ع ۾ پير حسام الدين راشديءَ کان پوءِ پنهنجي ڪيڏي نه عظيم فرزند کي وڃايو آهي. اسان وٽ جتي عظمت ۽ وڏائي، عهدي ۽ دولت سان سڃاتي ويندي آهي، تن کي ڪهڙي خبر محمد صالح عاجز جي.

هوءَ جا ٻري هير، ڪاڇي ڏونگر ڪنڌئين
ٻيو ٻاريندو ڪير، ڪاهوڙڪيءَ کير ري.

# علي احمد ڏوگر

گهڻو ڪري ۱۹۷۴ع جو اپريل مهينو هو، جو سنڌ جي ان وقت جي صورتحال ۽ ان جي نتيجن تي غور ڪرڻ لاءِ، سول لائين جي هڪ بنگلي ۾ چند همخيال سائين جي ڪڏجاڻي ٿي. جنهن ۾ خيرپور، لاڙڪاڻي، ٿرپارڪر ۽ ڪراچيءَ ڪان ڪافي تعداد ۾ دوست آيل هئا. تعارف هلندي مون کي ڪنهن دوست چيو ته، ”هي خيرپور کان آيل دوست علي احمد ڏوگر آهي. مون کيس هٿ ڏنو ۽ خوش خيرعافيت ڪرڻ لڳس. ڪشادي پيشاني، روشن ۽ تيز سنڌين واريون روايتي اکيون، پوروپنو قد، سنهو جسم، سنڌو دريا جي پاڻيءَ جهڙو رنگ، آهستي ۽ پرمعنيٰ ڳالهائڻ، دنيا ۽ سنڌ جي تحريڪن شخصن ۽ ڪتابن جي ڄاڻ جو پندار، علم جو عاشق، سنڌ جي سياسي لاهن چاڙهن جو نگران، سنڌ جي واهڻ جو آلغتي، ڀهراڙين جي زندگي ۽ خلوص جو پيڪر، باصلاحيت، ايماندار، جفاڪش، آرام کي حرام ڄاڻڻ وارو، جدوجهد ۽ مسلسل جدوجهد جو عملي نمونو، هر ويريءَ سان ٽڪرائيندڙ ۽ هر وير جو واهرو، چند منٽن ۾ پنهنجي سحرانگيز شخصيت جي ذريعي متاثر ڪندڙ. اهو هو علي احمد ڏوگر.

مختصر عرصي ۾ اهڙا واقفيت پرخلوص دوستي ۾ پنهنجائپ جو درجو حاصل ڪري ويئي. مون هن کي اسٽيج تي تقرير ڪندي ڏٺو. دوستن جي مجلس ۾ ٽهڪ ڏيندي ڏٺو. ۽ مخالفن سان بحث ۽ جهيڙو ڪندي به ڏٺو. هر جڳهه سندس ڪردار ۾ سنڌيت ۽ سنڌ جي مظلوم ۽ مجبور انسانن جي زخمن جو درد محسوس ڪيم.

آخري ڀيرو ڪيس، ايل-ايم-سي ۾ بيماريءَ جي بستري تي ڏٺم، پڇا ڪرڻ لاءِ ويو هوس، سندس عزيزن کان سواءِ شاگردن، اديبن ۽ دوستن جو هجوم هو، جو ته هو سڀني جو عزيز هو. سڀني جو مائٽ هو. هن سنڌ جي مٽيءَ جي ذري ذري، سنڌ جي ڪيتن ۾ اناج جي پڪڙيل خوشبو ۽ سنڌ جي ننڍڪي انسان جي هر ڏک درد سان نينهن لڳايو هو ۽ اهي ماڻهو اڄ ڪيس ڏسڻ لاءِ آيل هئا. آءٌ سندس بستري جي ويجهو ويس مرڪندڙ مهانڊي تي بيهوشي طاري هئي، اکيون بند هيون. مون سمجهيو، هو اڄ اسان کان، اسان جي سستي ۽ آرس سبب ناراض آهي. ڪجهه وقت بيهڻ کان پوءِ نڪري آيس.

مون کي ڪم سبب ڳوٺ وڃڻو پيو. ڦڏيد مهيني کان پوءِ موٽي آيس ته ڪنهن دوست ٻڌايو ته علي احمد ڏوگر گذاري ويو.....!

مون کان رڙ نڪري ويئي. هو هليو ويو.....! سنڌ ۽ سنڌ جي عام ماڻهو کي هنن حالتن ۾ ڇڏي، هو

صرف ٻج چڱي، فصل لهڻ جي انتظار کان سواء هليو ويو، رڳو سپنو ڏسي، ان جي ساپيا جي چنتا ڪرڻ کان سواءِ هليو ويو.

ها هو هليو ويو. ايترو پري جو اتي نه اپالو جي رسائي آهي ۽ نه خيال، تصور ۽ ذهن جي پرواز. هو اهڙي ماڳ هليو ويو جتي جو نه ڪنهن نشان ڏنو آهي ۽ نه ئي ڪو سنيهو اچي سگهي ٿو. هو هليو ويو ظلم ۽ جبر، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ واري ماحول کان رسي، هو هليو ويو مائٽن ۽ دوستن کي ڇڏي. اڄ اسان هن کي ڏسي سگهون ٿا، پر هڪ پردي جي پٺيان ۽ جيستائين اهو پردو نه هٽيو آهي تيسين هڪٻئي سان ڳالهائي نه ٿا سگهون. اڄ آءٌ سوچيان پيو ته آخري پيرو جڏهن هن مون ڏانهن ڏنو ٿي ڪونه هو ته، ڪهڙي خبر ته هو هميشه لاءِ منهن مٽي رهيو آهي.

اڄ هو خيرپور جي هڪ ٽڪريءَ تي اسان جي احساسن کان بي نياز ستو پيو آهي، پر ڪير ڪهڙي خبر ته ڪيترين دليون آهن، جن تي سندس ياد جا نه ڇٽندڙ زخم آهن.

مينديءَ رتا هٿڙا، ڪجل ڀنا نيڻ،
سيني وڏا ويڻ، ويندڙ ويندا ئي رهيا.

# پير حسام الدين راشدي

گهڻو ڪري سال ١٩٧٣ع هو، جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ڪراچي برانچ پاران ٿياسافيڪل هال ڪراچيءَ ۾، محترم جي. ايم. سيد جي سالگره جو جشن ملهايو پئي ويو. انهيءَ جلسي جي صدارت محترم پير حسام الدين راشدي ڪري رهيو هو.

منهنجي تقرير هلندي، مون ڏٺو ته پير صاحب انتهائي ڌيان ۽ توجه سان منهنجي نقطن جي ادائگيءَ، جملن جي جوڙ جڪ ۽ ڳالهائڻ جي انداز کي ڏسي ۽ ٻڌي رهيو آهي. سندس انهيءَ دلچسپيءَ مون تي هڪ قسم جو علمي رعب طاري ڪري ڇڏيو ۽ مون تقرير جي پڇاڙيءَ ڏانهن موڙ ڪائيندي چيو "آءٌ محسوس ٿو ڪريان ته هن اسٽيج تي علم جو ڀنڊار ۽ تاريخ جو گهمندڙ ڦرندڙ ڪتب خانو موجود آهي. ان جي موجودگيءَ ۾ منهنجي زبان ڳالهائڻ جي طاقت وڃائيندي ٿي وڃي. منهنجو ذهن پنهنجيءَ بيوسيءَ جو اظهار پيو ڪري" ان چوڻ تي مون ڏٺو ته پير صاحب جي چهري تي ناگواريءَ جي ريکائن جا پاڇا پوڻ لڳا آهن. آءٌ سمجهي ويس ته پير صاحب کي سندس واکاڻ وارا جملا نه وڻيا آهن، پوءِ به مون کي تقرير ختم ڪرڻي ٿي هئي، سو

آخر ۾ مون چيو: ”ذوالفقار علي ڀٽو جنهن قومي تصور تي عمل ڪري رهيو آهي، ان جو بنياد اقبال جي شاعري آهي، جنهن جي پڙهڻ سان مون کي حقي جي ڏپ ايندي آهي، ۽ جي. ايم. سيد پنهنجي قومي تصور جو بنياد دولهه دريا خان جي شهادت جي رت ڦڙن مان ڪنيو آهي، جنهن جي خوشبوءِ اڳيان مهندان ميندي‌ءَ جي مهڪار ڪائي حيثيت نه ٿي رکي. جي. ايم. سيد تي به اچلائڻ وارن کي ياد رکڻ گهرجي ته، ان جا ٽڪرا ڪٽي پاڪستان جي نقشي تي نه ڪرن.

منهنجي تقرير جي انهيءَ پيرا تي سمورو هال تاڙين سان گونجي اٿيو. مون ڏٺو پير صاحب والهانه بيخوديءَ مان ڪرسيءَ تان ذري گهٽ اڀو ٿي، تاڙيون وڄائي رهيو آهي. انهيءَ پيرا ۾ دولهه دريا خان جي شهادت جو ذڪر هو ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ دولهه دريا خان کان وڌيڪ ٻي ڪابه شخصيت پير صاحب لاءِ اتساهه ڏيارينڙ نه هئي. سنڌ جي انهيءَ عظيم محب وطن شهيد جو جڏهن به پير صاحب جي مجلس ۾ ذڪر ڇڙندو هو، ته مٿس وجد جي ڪيفيت ڇانئجي ويندي هئي ۽ چوندو هو ته: ”آءٌ جڏهن به درياخان جي قبر تي ويندو آهيان ته سنلس باري ۾ سوچيندو آهيان ته فارسيءَ جو هي شعر ازخود منهنجي ذهن ۾ ابري ايندو آهي.

بگریزد از صف ماهر که غوغا نیست
کسے که کشتہ نہ شد از قبیلۂ ما نیست

(ڀاڄيو اسان جي صفن مان پڇي وڃي ۽ جيڪو سر اڏيءَ تي رکڻ لاءِ تيار نہ آهي سو اسان جي ڪٽنب مان نہ آهي.)

اهو ڀھريون ڀيرو هو جو شعوري حالت ۾ مون سنڌ جي هن لاڪيٽي فرزند کي تقرير ڪندي ڏٺو ۽ ٻڌو، تقرير ڇا هئي، فطرت جي مختلف مظهرن جي ميلاپ جو جلوو هئي. ڪٿي لفظ ٻڌندڙن جي ذهن ۾ ائين پسار ڪري رهيا هئا، جيئن ننڍي جي ڪا ڪنواري، ڪينجهر ڪناري پيا جي اوسيئڙي ۾ پسار ڪندي هجي. ڪٿي، پهاڙن جوڙ، پاڙون لوڏيندڙ زلزلي جي گونج ۽ گرج هئي. ڪٿي، دشمن تي ڪناريءَ جو وار هو، ڪٿي، سنڌوءَ جي، ساوڻ ۾ موج هئي. ڪٿي، ڪينجهر تي نوريءَ جي هندوري وانگر لوڏا کائيندڙ ٻيڙيءَ جي دل ڪشي هئي، تہ ڪٿي، ائين پئي لڳو ڄڻ ائٿنس جي چوڪ تي سقراط سچ جو جهنڊو کنيو بيٺو آهي ۽ بت پرست، يونانين کي سچ مطابق، ڪو سبق پڙهائي رهيو آهي. آءٌ تقرير جي سحر ۾ غرق هجڻ جي باوجود ان جو هر لفظ، هر نقطو ۽ هر جملو ذهن جي ڦرهيءَ تي اڪاريندو ٿي ويس. پوءِ مون اها تقرير يادگيريءَ جي مدد سان پوري لکي ڇپائي ڇڏي. آءٌ سمجهان ٿو اهو ڀهريون ڀيرو هو جو سنڌس اڻ لکيل تقرير جو

پورو متن ڪتي شايع ٿيو هجي. پاڻ ڇپيل تقرير پڙهي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ جڏهن سندس ٻي تقرير، جيڪا ٻنان لکڻ جي ڪئي هئائين، ان جي ڇپجڻ جو مهراڻ رسالي وارن ذڪر ڪيو. تڏهن هڪدم چيائين ته، نياز سان ملي اها تقرير حاصل ڪريو ڇو ته ڪيس خبر هئي ته مون اها تقرير لکي ڇڏي آهي ۽ آءٌ نياز همايونيءَ کان سواءِ ڪنهن ڪـي ڪونه ڏيندس. اڳتي هلي اها تقرير مهراڻ رسالي ۾ ڇپي ۽ اڄڪلهه گهڻو ڪري سيني سنڌي رسالن ۽ اخبارن ۾ "ڪتاب" جي موضوع تي ڪيل پير صاحب جي اها تقرير ڇپجي ٿي پيئي. اها حقيقت ۾ منهنجي لکيل ۽ نياز همايونيءَ جي ايڊوڪيٽ آهي. مهراڻ جي اسسٽنٽ ايڊيٽر اهو غلط لکيو آهي ته اها تقرير ٽيپ ڪئي ويئي هئي ۽ ڪيسٽ تان اتاريل آهي. پر پهرين تقرير جيڪا مون لکي ۽ ڇپرائي هئي سا هڪ پيرو جي- ايم- سيد جي باري ۾ آزاد قاضيءَ جي ترتيب ڏنل ڪتاب "لامون تنهن وڻ سنڌيون" ۾ ڇپي هئي. آءٌ چاهيان ٿو ته پير صاحب تي پنهنجا تاثر لکندي اها تقرير به هتي ڏيئي ڇڏيان، ڇو ته اها تقرير ٿي سگهي ٿي جنهن جي ڇپائيءَ کان پوءِ پير صاحب منهنجي باري ۾ ڪارا ۽ قائم ڪئي، جنهنجو اظهار پاڻ هر موقعي تي ڪندو رهندو هو.

"آءٌ هن مجلس ۾ شريڪ ٿي نهايت خوش ٿيو آهيان. هي مجلس اوهان پنهنجي حقيقي ليڊر ۽ صحيح

رهنما جي جمڻ جي ڏينهن جي سلسلي ۾ ملهائي رهيا آهيو. جي. ايم سيد هاڻي هڪ شخص نه رهيو آهي، پر هو هڪ تحريڪ بڻجي چڪو آهي. ڪير سنڌ جي وجود کان الڳ ڪري نه ٿو سگهجي ۽ نه وري سنڌ کي سيد کان جدا سمجهي سگهجي ٿو. جي. ايم. سيد پنهنجون وفادارييون، قربانيون ۽ ڪوششون سنڌ سان وابسته ڪري هميشه لاءِ پاڻ کي امر بڻائي ڇڏيو آهي. اهي قومون خوش قسمتون آهن جن کي جي. ايم. سيد جهڙا ليڊر مليا. ٿا. منهنجي خيال ۾ هن وقت هن ننڍي کنڊ ۾ ٻه ماڻهو اهڙا آهن جيڪي پنهنجن اصولن، ڪردارن ۽ اخلاق جي ڪري مثالي حيثيت رکن ٿا. اهي آهن جي. ايم. سيد ۽ عبدالغفار خان، پر بدقسمتيءَ سان اسان جي ملڪ ۾ هر سچي ۽ مخلص ماڻهوءَ کي الزامن ۽ فتوائن جو نشانو بڻايو ويو آهي. انهن الزامن ۽ فتوابازين جو نتيجو آهي جو بچيل ملڪ به جان ڪنيءَ جي عالم ۾ آهي. ملڪ جو آئيندو ڇا ٿيندو، تنهنجي خبر سياستدانن کي، باقي حالت نهايت ئي ڏکوئيندڙ آهي. سنڌي زبان کي ڪابه پولي ختم ڪري نه ٿي سگهي ڇو ته هن زبان جون پاڙون ڌرتيءَ ۾ کتل آهن. سنڌي زبان کي عربي به ختم ڪري نه سگهي. توڙي جو قرآن جي زبان هئي سنڌي اڄ به موجود آهي ۽ عربي صرف نيوڏائون جي مدرسي ۾ وڃي رهي آهي. سنڌ تي فارسيءَ اٺ سؤ ورهيه اڄ ڪيو، پر اها سنڌيءَ جي جاءِ نه والاري سگهي.

۽ پاڪستان جنهن ۾ آئين هميشه ٽٽندا رهندا آهن، اتي سنڌي زبان جي بل تي مڙهيل آرڊيننس ڪيترو جٽاءُ ڪندو. سنڌيءَ ۾ لطيف، سچل ۽ روحل فقير جو فڪر آهي. انهيءَ فڪر جا مڃيندڙ ڪافر نه ٿا ٿي سگهن. جيڪڏهن اهي وليالله به مسلمان نه هئا، ته پوءِ اهڙي ڪفر تي اسان فخر محسوس ڪنداسين. خدا حافظ."

... .... ....

پير صاحب کي سنڌ جي نوجوانن ۾ وڏيون اميدون هيون ۽ سنڌس خواهش هوندي هئي ته سنڌ جا نوجوان پير صاحب کي سنڌ جي نوجوانن ۾ وڏيون اميدون هيون ۽ سنڌس خواهش هوندي هئي ته سنڌ جا نوجوان نه رڳو سياسي ميدان ۾ اڳتي وڌي بااصول ۽ بهادريءَ واري سياست ذريعي سنڌ جي حقن جي حفاظت ڪن، پر ادب ۽ تاريخ جي ميدان ۾ به اعتماد ۽ ڪليل ذهن سان سنڌ جي سموري سرمائي کي نون فڪري رجحانن ۽ تحقيقي مواد سان وڌيڪ سگهارو، سرمائي وارو ۽ مالامال ڪن. انهيءَ سلسلي ۾ هن کي جنهن به نوجوان ۾ ڪا علمي چڻنگ ۽ تاريخي ذوق جي پروڙ پوندي هئي ته دل کولي ان کي همٿائيندو هو ۽ ان کي داد ڏيڻ ۾ پنهنجي علمي مرتبي جي ڪري ڪابه حد مقرر نه ڪندو هو. منهنجي پنهنجي باري ۾ سنڌس راءِ هميشه واکاڻ ۽ حوصلہ افزائي واري رهي. انهيءَ سلسلي ۾ ٻه ٽي واقعا پيش ڪجن ٿا.

سيمنارجن ۾ ”پيتائي - ڏينهن“ جي سلسلي ۾ ڪيل منهنجي تقرير ”پيغام“ رسالي ۾ ڇپي، اهو رسالو پير صاحب وٽي پڙهيو، (ياد رهي پير صاحب ”پيغام“ جو مستقل پڙهندڙ هو ۽ سدائين پئسن سان وٺي پڙهندو هو) ۽ منهنجي تقرير جي باري ۾ نياز همايونيءَ کي هڪ شاندار خط لکيائين، جنهن ۾ ان تقرير جي واکاڻ ڪندي هي تاثر ڏنائين: ”ان سان منهنجو ايمان نه صرف تازو ٿيو، پر پاڻ وڌيو. خدا جو شڪر آهي جو پاڻ وٽ اهڙا لعل لين ٿا.“

منهنجو ڪتاب ”سر ۾ سانجهيءَ ويل“ ڇپيو، جنهن ۾ پير صاحب تي تنقيد ٿيل هئي. انهيءَ تنقيد جو حوالو ڏيئي حامد علي خانائي ۽ ڪن ٻين پير صاحب کي خط لکيا ته هڪڙي ڪِينُ جهڙي ماڻهو اوهان تي تنقيد ڪئي آهي. پير صاحب تي نه معلوم انهن خطن جو ڪهڙو اثر پيو، پر انهن خطن کان پوءِ موري جا دوست راشد موروائي ۽ مولابخش برڙو، پير صاحب سان ملڻ ويا. ڪچهري هلندي خانائي ۽ ٻين جي خطن جو ذڪر نڪتو. انهيءَ سلسلي ۾ پير صاحب چيو ”عبدالواحد کي حق آهي مون تي تنقيد ڪرڻ جو. مون کي خوشي آهي ته تاريخ جي سلسلي ۾ نوجوانن اندر تنقيدي شعور پيدا ٿيو آهي. عبدالواحد اهڙو ليکڪ آهي جيڪو ڪوڙا ڪائي جيل جي ڪوٺيءَ ۾ ويهي سنڌ جي تاريخ تي لکي ٿو. اسان سست ماڻهو آهيون جيڪي لکڻ

کان سواءِ ڪجهه نه ٿا ڪري سگهون. عبدالواحد جي قلم ۾ جيڪا طاقت ۽ سچائي آهي، سا ورلي ڪنهن نوجوان ۾ هوندي. منهنجو وس پڄي ته جيڪر کيس زندگيءَ جون سموريون سهولتون ڏيئي، ايئرڪنڊيشن ڪمري ۾ ويهاري ڪانئس رڳو لکڻ جو ڪم وٺان. اوهان مهرباني ڪري عبدالواحد جو جيڪو به نئون ڪتاب ڇپجي سو مون کي پهچائيندا ڪريو."

١٩٧٦ع ۾ آءٌ جيل ۾ هوس ته منهنجو ڪتاب "صدين جون صدائون" ڇپيو. پير صاحب ان وقت اسپتال ۾ داخل هو. اتي کيس اهو ڪتاب مليو. هڪ ڏينهن آءٌ سنڌ اسپيشل ٽربيونل ۾ حاضريءَ تي ويس، جتي پير صاحب جو هڪ عزيز اچي مون سان مليو. چيائين: "پير صاحب بيماريءَ جي بستري تان سلام موڪليا آهن ۽ چيو اٿس هن دور جي سنڌ کي اهڙي قلم ۽ ايمان جي ضرورت آهي. خدا توکي هر امتحان ۾ ڪامياب ڪري. همت ۽ ان قلم مٿان ڇڏين. جيل جو وقت سجايو ڪر ۽ مسلسل لکندو رهه."

مون کي محمد ابراهيم جويي ٻڌايو ته: تنهنجي هر لکڻيءَ جي جيڪا تعريف پير صاحب ڪندو هو، سا حيرت جهڙي ڳالهه آهي. تنهنجي قلم پير صاحب کي بيحد متاثر ڪيو هو. واقعي تنهنجي علم ۾ طاقت آهي: اهڙن ئي خيالن جو اظهار، حسين شاهه راشدي پڻ ڪيو. اها سڀ تعريف پرپٺ ڪندو هو. روبرو ڪڏهن

به اهڙي تعريف نه ڪيائين، الٽو نصيحتون ڪندو هو ته، ”لڳاتار لکڻ ۽ پڙهڻ جي عمل کي جاري رکندو اچ. ڪڏهن به احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا متان ٿئين، ته مون وٽ ڪا ڏگري ناهي، جڏهن به ڏگري نه هجڻ جو احساس ستائيءَ ابوالڪلام ۽ مون ڏي ڏسجانءِ“ هڪ ڀيري ڪانفرنس انٽرويو وٺندي پڇيو ويو ته: جيڪڏهن توهان ڪنهن ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ پڙهو ها ته“! جواب ڏنائين ته: ”سڳا جو ميمبر هجهان ها.“ اهو جواب سڳا تي طنز ۽ ٽوڪ سان ڀريل آهي ان ڪري جو پير صاحب جا خيال سڳا جي باري ۾ ڪڏهن به چڱائي يا تعريف وارا نه رهيا. سڳا جيئن ته گهڻو ڪري سنڌي ڪامورن جي جماعت هئي ۽ پير صاحب جو خيال هو ته سنڌي سماج کي پٺتي پيل رکڻ ۽ سنڌ کي تباهه ڪرڻ وارا عنصر، وڏيرا، پير ۽ سنڌي ڪاموري تي مشتمل آهن. جنهن سنڌي ڪاموري، سنڌي عوام کي ڏيڍ سو سال تائين ڌارين جو دلال ٿي چٽيو، چيپاٽيو ۽ ماريو ڦريو آهي، سو اڄ وقتي ڦيٽي ڦرڻ سان گڏ ساڳي وانگر رنگ مٽائي قوم جي خادم جي روپ ۾ ڦرڻ لٽڻ ۾ مصروف آهي. سنڌي ڪاموري جنهن ماحول ۾ جنهن پس منظر ۾ تربيت ورتي آهي، سو ماحول ۽ پس منظر ئي قوم دشمني ۽ عوام بيزاري وارو هو. ان ۾ ڪنهن اهڙي تبديليءَ جي گنجائش ئي نه آهي جيڪا تبديلي قومي مفاد وٽان هجي.

۱۹۷۸ع ۾ حيدرآباد جي يونيورسٽيءَ ۾ ”لطيف ڏينهن“ ٿيو. ان جلسي جي صدارت مون ڪئي ۽ پير صاحب خاص مهمان هو. انهيءَ موقعي تي ڊاڪٽر سليمان شيخ ٻڌايو ته، ۳۱ ڊسمبر جو مڪا طرفان اديسن جو قافلو ٻيٽائيءَ جي مزار تي گلن جي چادر چاڙهيندو. ۽ ڊاڪٽر صاحب وڏيڪ پيٽائيءَ کي خراج تحسين پيش ڪندي چيو ته: ”ڀيٽائي اڄ جي دور ۾ سنڌي قوم جي هٿ ۾ اينٽم بم آهي. سنڌي قوم جي نجات جو واحد ذريعو ۽ وسيلو ڀيٽائي آهي.“

پير صاحب کي اصولي طور مون کان اڳ ۾ تقرير ڪرڻي هئي، ڇو ته آءٌ مجلس جو صدر هوس. پر پير صاحب مون کي چيو ته ”تون اڳ ۾ تقرير ڪر ۽ مختصر، ڇو ته مون کي اڄ تمام تفصيل سان ڳوڙهن مسئلن تي ڳالهائڻ جي ضرورت آهي.“ مون کي پيلا ڪهڙو اعتراض ٿي سگهيو ٿي؟ اِها پاڻ منهنجي خوش قسمتي هئي جو، آءٌ ڪافي وقت کان پوءِ سندس علم مان فيض پرايان. انهيءَ وچ ۾ ڪنهن شاگرد تقرير ڪندي مون کي چوٿين دنيا جو مفڪر چيو ته، پير صاحب هڪدم مون کي چيو ته: ”پ-پ-پ وارن ٽيئي کي ٽين دنيا جو مفڪر سڏي ڦاسيءَ جي ڪوٺڙيءَ تائين پهچايو ۽ جيئي سنڌ وارا تو کي چوٿين دنيا جو مفڪر سڏي توب سان اڏارائڻ ٿا چاهين. مهرباني ڪري چوڪرن کي اهڙي نعري بازيءَ کان منع ڪري ڇڏ.“ سندس،

چوڻ موجب مون پنهنجي تقرير ۾ جيڪا پير صاحب جي چوڻ مطابق رکيو پنجن منٽن تي مشتمل هئي، چوٿين دنيا جي مفڪر واري لقب تي پنهنجي شرمندگي ۽ بيزاريءَ جو اظهار ڪندي يڪائي تي ڳالهائيندي چيو. لطيف هڪ هنڌ چيو آهي مارئيءَ جي باري ۾:

پکي ۾ پدمڻي، جن ڏني وارا ڪاوڄ
جهڙي صورت سڄ، تهڙي مورت مارئي.

وري ٻي جاءِ تي مارئيءَ جي واتان چوائي ٿو ته:

سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم
وڃن تت ٿيوم، جت هلڻ ناهي حسن ريءَ.

ڪهڙو سبب آهي جو پهرئين ته مارئيءَ جو هلڻ وڃ جي وراڪن جهڙو آهي ۽ مورت سڄ جي صورت جهڙي اٿس ۽ وري مقام ۽ مڪان جي تبديليءَ سان سنلس اها سونهن وڃائجي ٿي وڃي ۽ منهن ميرو ٿي پويس ٿو. اهو ان ڪري جو پکي ۾ مارئي آزاد آهي ۽ آزاديءَ کان وڌيڪ ڪائي سونهن ناهي. ۽ ڪوٽ ۾ اهائي ساڳي صورت غلام آهي ۽ غلاميءَ کان وڌيڪ ڪائي ڪوجهائي ناهي. جهڙيءَ ريت غلامي قومن جي ڪردار ۽ تخليقي صلاحيت لاءِ ڪوڙهه جو داغ آهي، اهڙيءَ ريت غلامي فرد جي جسماني ۽ روحاني زندگيءَ لاءِ ڪوڙهه جو داغ آهي. منهنجي انهيءَ نڪته آفرينيءَ تي پير صاحب دل کولي داد ڏنو.

پوءِ مائيڪ تي اچي پنهنجي پُروقار ۽ عالمانه انداز ۽ آواز ۾ اچي ڳالهائڻ شروع ڪيائين.

”دوستو! هي بدقسمتيءَ جي ڳالهه آهي، جو لطيف جو شارح ۽ وارث سنڌي ڪامورن بنجي ويو آهي، جيڪو اڄ سنڌي ماڻهن کي هر قسم جي هلچل ۽ جدوجهد کان روڪي ڇوي ٿو پيو ته سڳا جا ميمبر بنجي لطيف تي پڙ چاڙهيو، ڇو ته لطيف انتم آهي ۽ ان جي مزار تي طواف ڪرڻ سان سڀ مسئلا حل ٿي ويندا. اها سنڌي ڪامورن جي نئين چالاڪي آهي جيڪو يتائيءَ کي روحاني پير جي درجي جي برابر سياسي پير واري حيثيت ڏيئي ان جو مجاور بنجڻ ٿو چاهي. واقعي لطيف ۾ اهي سڀ خوبيون ۽ خاصيتون آهن، جيڪي هڪ عظيم انسان ۽ لافاني فنڪار ۾ هئڻ گهرجن، پر هو آئن استائن ناهي ۽ نه ئي هو، هوچي، يا چي گويرا آهي. پنهنجي قوم جي نجات لاءِ اوهان کي جديد ضرورتن مطابق انتظام ڪرڻا پوندا ۽ نئين زماني مطابق کوجنا ۽ تحقيق ڪري نوان گس ۽ گهيڙ ڳولڻا پوندا. اهڙي ڪم جو بار سنڌ جي نوجوانن کي کڻڻ گهرجي. سنڌي ڪامورو سڳا جو ميمبر ٿي سگهي ٿو، پر قومن جي قسمت بدلائڻ وارو عظيم ڪم هو پنهنجي نالائقي ۽ مفاد پرستيءَ جي ڪري ڪڏهن به ڪري نه ٿو سگهي.“

ان طريقي سان هو ڏيڍ ڪلاڪ تائين سنڌي ڪاموري

جي لاڪ لاهيندو رهيو ۽ سنڌ جي علمي ۽ ادبي ادارن جي زوال پذير حالت تي عالمانه انداز ۾ ڳالهائيندو رهيو.

پير صاحب ۾ وڏي خوبي ۽ خاصيت هئي بي ڊپائي ۽ بهادري. واري هوٽيسنگ جي پٽ کي به سچ ۽ حق جو ڪلمون چوندي ڪين گسندو هو ۽ انهيءَ معاملي ۾ هو ياري دوستي يا حڪومت جي ڏاڍ ۽ ڏمر کان قطعي هراسان نه ٿيندو هو. حقيقت هي آهي ته اسٽيج تي اچڻ کان پوءِ هو، برسر اقتدار گروهه. کي جيڪي سٽ ضربون ڏيندو هو تن کي ڏي هال ۾ ويٺل ماڻهو هراسجي ويندا هئا، پر پير صاحب کي ڪا به پرواهه نه هوندي هئي. سندس تقرير دوران جيڪڏهن غلام مصطفيٰ شاهه، غلام علي الانا، غلام مصطفيٰ قاسمي ويٺل هوندا هئا ته کين مخاطب ڪري ضرور مٿن تنقيد ڪندو هو.

اڄ جيل ۾ هوس ته هڪ دوست ملاقات تي ٻڌايو ته ڪالهه پير صاحب ته حد ڪري ڇڏي. منهنجي پڇڻ تي هن روئداد هن ريت ٻڌائي.

ڪالهه هڪ فنڪشن ۾ ڪيس اجرڪ پيش ڪئي ويئي ته، ڪاوڙجي اجرڪ وٺڻ کان انڪار ڪندي چوڻ لڳو ته: ”اجرڪ اسان جي صدين جي هنرمندي ۽ ذوق حسن جو شاهڪار آهي. ان کي اسان ٻن متضاد موقعن تي استعمال ڪندا آهيون. شادي ۽ وقت گهوٽ کي اوڍائيندا آهيون ۽ وري ميت تي اوڇاڙي طور ڍاريندا آهيون. پر هن دور ۾ جڏهن اها.... ۽.... جهڙن حرامين

۽ غاصبن کي سوکڙي ۽ عزت افزائيءَ طور ڏڻ جو رواج وڌو ويو آهي، ته مون وٽ ان جي اهميت ختم ٿي ويئي آهي. هاڻي اها قاسمي جهڙن مجاورن کي ڏيئي ڇڏيو، ڇو ته ميتن جي ڪپڙن جا اهي حقدار آهن.“

دوست ٻڌايو ته جن ٻن حاڪمن جا نالا وٺي پير صاحب کين لقب ڏنا، تن جو نالو وٺڻ کان اڳ ۾ سنڌ جا وڏيرا ۽ دستاربند اديب مشڪ ۽ گلاب سان وات ڌوئيندا آهن. هاڻي سنڌ جي علمي حلقن ۾ ڇوٻول آهي ته، ”پير صاحب اسان کي ٻوهي ۾ وجهي ڇڏيندو.“ مون دوست کي چيو: ”سنڌ جو علمي ۽ ادبي حلقو بهادري ۽ بي خوفيءَ کان سنڌ تي ڇڪو آهي، جيڪو خواهمخواه ٻڄندو وتندو آهي. بزدل دانشور ۽ اديب هميشه قومن لاءِ ڪارنهن جو داغ ثابت ٿيندا آهن. باقي پير صاحب ته هر دور ۾ درباري اديب ۽ دانشور جي خلاف رهيو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ هن امير خسرو جي هيڏي فني عظمت جي باوجود ان کي تيرهن بادشاهن جو درباري ثابت ڪري کيس عوام دشمن ماڻهن جي ٽوليءَ ۾ شمار ڪري مذمت ڪئي ۽ پوري اردو پريس جي تنقيد ۽ گلا جي ڪابه پرواهه نه ڪيائين. حقيقت ۾ پير صاحب جهڙا دانشور، ئي وقمن جي فڪري ۽ اخلاقي زندگيءَ لاءِ نور جا منارا هوندا آهن.

”تاريخ صرف بادشاهن ۽ جنگين جي سرگذشت ناهي پر اها ڪائنات ۾ انساني قافلي جي سفر جو داستان

آهي. اها آڪاڻي آهي، محنت ڪش انسانن جي امنگن جي، موسيقارن جي ڌنن جي، فلسفين جي فڪري ڪاوشن جي، شاعرن جي خيالن جي بلند پروازن جي، رازن، مصورن، سنگتراشن، لوهرن، واڍن، ڪنڀرن، پرت پريندڙن عڻن جي تخليقي صلاحيتن جي ۽ انجنيئرن جي هنرمندن جي. جڏهن ڪو به فاتح ۽ لٽيرو ڪنهن ملڪ تي تباهي ۽ بربادي جو طوفان بڻجي اچي ڪڙڪندو آهي ته، ان وقت رڳو سياستدان يا بادشاهي گهراڻو تباهه نه ٿيندو آهي، پر سمورن هنرمندن ۽ فنڪارن جون سموريون صلاحيتون ۽ تخليقون تباهه ٿي وينديون آهن ۽ هنر ۽ فن جي نيسارن جي سامهون بند ٻڌجي ويندا آهن. ان وقت ڪنهن مؤرخ کان اها اميد رکڻ ته اهو مردي يا پٿر جي چپ وانگر غيرجانبدار ٿي ويهندو سا ڳالهه، رڳو غاصب ۽ ڦورو قوتن جي مفاد جي حفاظت يا ظلم کان چشم پوشيءَ جي برابر ٿيندي.

انهيءَ جلال ۽ تاريخ جهڙي انتهائي ڳنڀير علم سان لاڳاپي جي باوجود هو انتهائي زنده دل پوڳاڏي ۽ فن لطيف سان بي انتها پيار ڪندڙ هو.

هڪ ڀيري پير صاحب بيمار هو ته حيدرآباد جي دوستن ڏانهن نياپو موڪليائين، ”فقير عبدالغفور جو راڳ ٻڌڻ چاهيان ٿو. اهڙو ڪو اهتمام ڪريو جنهن ۾ عبدالغفور کان سواءِ ڪو به فنڪار نه هجي، جيئن آءٌ

عبدالغفور جي آواز ۾ سچل ۽ ڀٽائيءَ جو راڳ ٻڌي
ذهن جي سموري اڃ اجهائڻ ٿو چاهيان."

پاڻ هڪ ڀيرو هڪ واقعو ٻڌايائين ته "مون، ايران
۾ ڊاڪٽريءَ جي ڊگري ملڻ واري موقعي تي تقرير
ڪئي، جنهن ۾ مونکي چوڻو هو ته، اڄ جو انسان
فضائن ۾ گهمي ٿو. انهيءَ مفهوم لاءِ مون فارسيءَ جو
هي جملو استعمال ڪيو 'امروز انسان به خلا ميرود'
منهنجي ايتري چوڻ تي محفل ۾ ٽهڪڙو مچي ويو.
آءٌ حيران ته، هي هيڏا وڏا دانشور کلن ڇو ٿا. آخر
مونکي خبر پيئي ته جديد فارسيءَ ۾ "خلا" ڪاڪوس خاني
کي چوندا آهن. پوءِ ته آءٌ پاڻ پنهنجي فارسيءَ تي
ڏاڍو کليس."

منهنجي دوست عطا محمد ڀنبري روايت ڪئي آهي
ته: مونکي ڪسرت قوت باهه جي شڪايت هئي. آءٌ
پير صاحب وٽ ويس ته ڪنهن سٺي ڊاڪٽر ڏانهن خط
ڪري ڏيو، جيئن آءٌ پنهنجي جسم ۾ ٻرندڙ مچ جو
علاج ڪرائي سگهان. پير صاحب پنهنجي هڪ ڊاڪٽر
ڏانهن هن ريت خط لکيو:

"محترم ڊاڪٽر صاحب! هي منهنجو دوست اوهان
ڏانهن اچي ٿو. ڪيس هڪ اهڙي بيماري آهي جو
جيڪڏهن انجو عشر عشير به مونکي يا توکي ملي
وڃي ته پاڻ جيڪر قدرت جا ڪروڙين شڪر ڪريون

انهيءَ قسم جا بيشمار لطيفا ۽ ٽوٽڪا ٻڌائي پاڻ

نه ڪلندو هو ته، يارن دوستن ۽ مداحن کي نه کلائيندو رهندو هو.

افسوس جو هاڻي نه اهو مجنون رهيو، نه اهو صحرا.

چون ٿا ته دنيا جا عظيم مجاهد ۽ انقلابي جڏهن حياتيءَ جي لال ڪنور ڪان، ڪاوڙجي موت جي ڪاري ديو سان ٻکين پوڻ وارا هوندا آهن. تڏهن سندن دل جي آخري ڌڙڪن تي پنهنجي ڌرتي ۽ عوام جي آزادي ۽ انقلاب جو ساز وڄندو آهي. ساڳيءَ ريت پير صاحب جي دل جي آخري ڌڙڪن تي سنڌ ۽ تاريخ جي ٻن لفظن جي موسيقي وڳي ۽ بس.

ڪاش ڪير اڄ ڪو وڃي ٻڌائي ته سنڌ جو عوام دريا خان جي روايت جو امين بڻجي اٿيو آهي ۽ نئين سنڌ جي تاريخ، پنهنجي رت سان لکي رهيو آهي.



# اسان جي اداري جا ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- | سڪڙيرن ماڪ ڦڙا | مير محمد پيرزادو | ١٢-٠٠ |
| ٢- | سٽي ماڻا ساڃهو | عبدالواحد آريسر | (ٻيو ڇاپو ڇپائي هيٺ) |
| ٣- | سامراج ۽ ان جا روپ | جالب | " " |
| ٤- | ساڃهو سيڪهه ملهار | عبدالواحد آريسر | ١٥-٠٠ |
| ٥- | قومن جو حق خود اراديت | لينن | (ختم ٿيل) |
| ٦- | مارڪسي فلسفو | اسٽالن | " " |
| ٧- | مارڪس - اينجلز جي حياتي ۽ تعليم | جالب | " " |
| ٨- | انقلابن جي تاريخ | ايرابن راهه/امان شيخ | " " |
| ٩- | تاريخ مون کي بي ڏوهي قرار ڏيندي | فيڊرل ڪاسترو/انور | (ٻيو ڇاپو ڇپائي هيٺ) |
| ١٠- | جيڪي ڏٺو هو مون | ڪميرت ٻاٻائي | " " |
| ١١- | عظيم انقلابي عورتون | تاج جويو | " " |
| ١٢- | سيڪيولر ازم | سبط حسن | (ختم ٿيل) |
| ١٣- | ڦاسيءَ جي ڇانوَ ۾ | جولس فوچڪ | ٢٥-٠٠ |
| ١٤- | پاڪستان ۾ قومي سوال | امداد چانڊيو | ٢٥-٠٠ |

| | | |
|---|---|---|
| ١٥- فلسفي جو ابتدائي ڪورس | جارج پولٽزر/ ابراهيم جويو | ۴۰-۰۰ |
| ١٦- ترقي جو غير سرمائيدارائو رستو | لعل چارڻ | ۱۲-۰۰ |
| ١٧- ماءُ | مئڪسم گورڪي /عثمان ڏيپلائي | ۳۵-۰۰ |
| ١٨- سوشلزم ماضي حال مستقبل | جان سوم /امداد چانڊيو | ۱۰-۰۰ |
| ١٩- ڪميونسٽ پڌرنامون | سنڌيڪار/رشيد ڀٽي | (ختم ٿيل) |
| ٢٠- سوويت جمهوريت اصول ۽ عمل | چرنڪو | ۱۵-۰۰ |
| ٢١- انقلاب جو فلسفو | جمال ناصر/سرمد سعيد | ۱۵-۰۰ |
| ٢٢- سمي ليزي پاند | عثمان ڏيپلائي | ۱۵-۰۰ |
| ٢٣- قومپرستي، نظريو ۽ پاليسي | آ ڪاميئف | ۱۲-۰۰ |
| ٢٤- سنڌ جي شاگرد جدوجهد | جام ساقي | (ختم ٿيل) |
| ٢٥- ابتدائي سياسي تعليم | جواهر لال نهرو | ۱۴-۰۰ |
| ٢٦- چتا ڪانگ جا عظيم انقلابي | سنڌيڪار: مرواڻ | ۲۲-۰۰ |
| ٢٧- چي گويرا جي ڊائري | سنڌيڪار: يوسف سنڌي | ۴۴-۰۰ |
| ٢٨- مظلوم قومن جو مستقبل | جام ساقي | ۲۵-۰۰ |
| ٢٩- پيغام لطيف | جي-ايم سيد | ۴۵-۰۰ |

جنهن وقت ڪو ڌاريون،
ڪو ڦورو، ڪو رهزن، ڪو
ڌاڙيل ۽ لٽيرو، ديس جي
سونهن لٽڻ جي ڪوشش ڪندو
آهي، نه ان وقت سارئي جي
ملير ۾، ڪو غريبن جو سچو
هڏڏوڪي جنم وٺندو آهي،
جيڪو ڀالوا جي ڀٽ تي،
آزادي ۽ انقلاب جو جهنڊو،
هميشه لاءِ کوڙي ڇڏيندو
آهي ۽ پوءِ ان جهنڊي جي
حفاظت لاءِ پنهنجي زندگيءَ
جي زهر جا ڍڪ پيئندو آهي.
دشمن طرفان اڇلايل تير پنهنجي
سيني تي سهندو آهي ۽ آخري
هچڪيءَ وقت به، اميد ۽ آس
جي مشعل هٿان ناهي ڇڏيندو.




نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

